تيار ڪندڙ: سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ ڄامشورو
منظور ٿيل: صوبائي محڪمہ تعليم و خواندگي ، حڪومت سنڌ
مراسلہ نمبر: سنڌ حڪومت جي تعليم ۽ خواندگيءَ واري کاتي جي مراسلي نمبر SO (G-III) SELD/3-910/18، مؤرخہ: 24 جنوري 2020 موجب سنڌ صوبي جي اسڪولن لاءِ اَخلاقيات جو واحد درسي ڪتاب

ڊائريڪٽوريٽ آف ڪريڪيولم، اسيسمينٽ اينڊ ريسرچ، سنڌ ڄامشورو جي نصابي ڪتابن جي جائزي واري صوبائي ڪاميٽي جو چڪاسيل.

نگرانِ اعليٰ: آغا سهيل احمد (چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ)

نگران: عبد الباقي ادريس السندي

ليکڪَ: ☆ پونجراج ڪيسراڻي ☆ نياز احمد راڄپر

صوبائي جائزہ ڪميٽي

☆ اي ايل جگرو ☆ محترمہ سلمہ لغاري ☆ گنيش مل -اين- آسناڻي
☆ نارائڻ داس آسناڻي ☆ نديم رياض ڊيوڊ ☆ ڊاڪٽر چمن منشا

ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ ڊزائننگ: ☆ دانش ٻبر ☆ نور محمد سميجو

ڇپيندڙ:

# فهرست

باب پهريون

# مکيہ مذهبن جو تعارف

## مذهب ۽ عقيدا

**سکيا جي حاصلات**

- نمبر وار هر مذهب جي عقيدن کي بيان ڪري سگهندا. جهڙوڪ: هندوازم، ٻڌازم، زرتشت ازم، يهوديت، مسيحيت، اسلام ۽ سِک ازم.
- عقيدن ۾ موجود هڪجهڙائي سڃاڻي سگهندا.
- سڀني مذهبن/عقيدن جي وچ ۾ باهمي تعلق بيان ڪري سگهندا.

مذهب ڌرم يا رليجن ڪن ضروري رهنما اصولن مطابق زندگي گذارڻ جي انداز کي سڏجي ٿو. ان جي بنيادي اصولن ۾ ڪجهه اهڙيون ڳالهيون لازمي حيثيت رکنديون آهن، جن کي ذهن توڙي دل ۾ مضبوط نموني ويچاريو ويندو آهي. ان جو سبب انساني عقل، انساني سماج يا آسماني الهام هوندو آهي. اهڙين اڻ ڏٺل ڳالهين کي "ايمان"، "عقيدو" يا "ڪامل يقين" چيو ويندو آهي.

هر مذهب سڀ کان پهرين پنهنجي پيروڪارن کي ذهني آمادگي لاءِ عقيدن جي تعليم ڏيندو آهي. ان کان پوءِ ئي عمل يا ڪردار جي سڌاري لاءِ وڌيڪ ترغيب ڏني ويندي آهي، دنيا جي مکيہ مذهبن: هندو ڌرم، ٻُڌ ڌرم، زرتشت ڌرم، يهوديت، مسيحيت، اسلام ۽ سِک ڌرم جي عقيدن جو تفصيل ڪجهه هن ريت آهي.

### هندو ڌرم جا مکيہ عقيدا:

- پرماتما جڳ جهان جو پيدا ڪندڙ ۽ لازوال آهي.
- پرماتما گُڻن کي وس ۾ ڪري برهما، وشڻو ۽ رُدر ٿين ٿا.
- برهما عقل جو اوتار آهي.
- ڀڳوان جا ديوي ديوتا ۽ اوتار مددگار آهن.
- آتما امر ۽ اجر ٿئي ٿي. جيڪو پنهنجو چولو مٽائيندو رهندو آهي، پر فنا ناهي ٿيندو.
- اوم هڪ مقدس اکر ۽ آواز آهي
- اپنشد، ويدن جي سار ۽ سمجهاڻي آهن.
- هر ماڻهو گيان يوگ، ڀڳتي يوگ ۽ ڪرم يوگ ذريعي مالڪِ حقيقي سان ملي سگهي ٿو.
- آخري زماني ۾ نيڪيءَ کي وڌائڻ ۽ بَدي کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪلڪي اوتار ايندو جنهن سان سڄي سنسار ۾ انصاف قائم ٿيندو.

### ٻڌ ڌرم جا عقيدا:

- حياتي ڏکن ۽ سورن جو مجموعو آهي.
- انهن ڏکن سورن جو سبب انساني خواهشون ئي آهن.
- نفساني خواهشن کي وس ۾ آڻڻ بيحد ضروري آهي.
- وچٿري واٽ اختيار ڪرڻ ۾ ئي ڪاميابي آهي.
- خير ۽ شر ٻئي انسان جا ذاتي گُڻ آهن.
- زندگي جو مقصد نرواڻ ماڻڻ آهي.
- مهاتما گوتم ئي هدايت جو ذريعو آهي.

### زرتشت ازم:

- مالڪ حقيقي ئي اها ذات آهي جنهن جو حڪم ڪائنات تي هلي ٿو.
- دنيا ۾ ٻه قوتون يزدان (نيڪي واري) ۽ اهرمن (برائي واري) ڪارفرما آهن.
- جيڪو ظلم، ناانصافي ۽ ڏوهن کي روڪي ٿو سو انسانيت جو خدمتگار آهي.
- انساني گناهن کي صاف ڪرڻ لاءِ باهه ۾ يزداني قوت رکيل آهي.
- هڪ سچائي وارو رستو ئي ڪاميابي جو رستو آهي.
- اندر جي اوندهه کي علم ۽ ساڃاهه سان ختم ڪري سگهي ٿو.
- مرڻ کان پوءِ هر ماڻهو کي "چينو" پل پار ڪرڻي آهي. ان کان پوءِ هو جنت يا جهنم جو حقدار ٿيندو.

### يهوديت:

- مالڪِ حقيقي هڪ آهي، جيڪو سدا قائم ۽ دائم آهي.
- بندگي ۽ پوڄا جو لائق اهوئي آهي.
- اهو غير مادي، هر شيءِ جي خبر رکندڙ ۽ هرڪنهن کي ڏسندڙ ٻڌندڙ آهي.
- مالڪِ حقيقي انسانن جي هدايت لاءِ پيغمبر موڪليا آهن جن مان وڏو پيغمبر حضرت موسيٰ آهي.

- تورات واحد هدايت جو ڪتاب آهي.
- بني اسرائيل خدا جي پسنديده قوم آهي.
- هر انسان کي مرڻ کان پوءِ ٻيهر زنده ٿي اٿڻو آهي ۽ پنهنجي عملن جو حساب ڏيڻو آهي.

## مسيحيت:

- مالڪِ حقيقي پُٽ، پيءُ ۽ روح القدس مان جُڙي ٿو.
- حضرت يسوع مسيح ئي انسانيت کي نجات ڏياريندڙ آهي.
- بپتسمه گناهن کان پاڪائي جو ذريعو آهي.
- بائبل جي تعليمات تي هلڻ سان انسان اَبدي ڪاميابي ماڻي سگهي ٿو.
- حضرت يسوع مسيح مصلوب ٿيڻ جي ٽن ڏينهن بعد زنده ٿي آسمان تي هليو ويو.

## اسلام:

- الله اڪيلو آهي ۽ ان جو ڪوبہ شريڪ ڪونهي.
- ملائڪ روشني مان ۽ جِنَ توڙي شيطان باهہ مان پيدا ٿيل مخلوق آهن.
- سڀئي پيغمبر برحق ۽ سچا آهن.
- سڀئي آسماني ڪتاب برحق ۽ سچائي جي هدايت وارا آهن.
- برائي ۽ ڀلائي مالڪِ حقيقي طرفان آهي جيتوڻيڪ انسان ئي ان جو سبب آهي.
- دنيا عارضي آهي، هرڪنهن کي مري اڳئين جهان ۾ پنهنجي عملن جو حساب ڪتاب ڏيڻو آهي.
- قرآن شريف اڳين ڪتابن جي تصديق ڪندڙ ۽ انساني هدايت جو آخري ڪتاب آهي.

## سک ڌرم:

- مالڪِ حقيقي اڪيلو ۽ بندگيءَ جي لائق آهي.
- نيڪ عملن سان ئي ماڻهو ڪاميابي ماڻي سگهي ٿو.

- انسان کي پنهنجي ڪرمن مطابق ٻيو جنم ملي ٿو.
- حق ۽ سچ جي پيروي ڪرڻ ماڻهو کي ڪامل بڻائي ٿي.
- هڪ ڏينهن، سج، چنڊ، تارا ۽ سڄي ڪائنات ختم ٿيندي جنهن کي قيامت سڏجي ٿو.
- بهتر سماج جو بنياد پنهنجي اهل عيال سان بهتر سلوڪ رکڻ ۾ آهي.

سڀئي مذهب پنهنجي ڌرمي ڪتابن جي بي حد عزت ۽ احترام ڪن ٿا. انهن کي پوري عالم جي ڪاميابي جو ذريعو مڃين ٿا، پنهنجي پنهنجي عقيدن مطابق مالڪِ حقيقي جي رضامندي حاصل ڪرڻ لاءِ بندگيءَ جا مختلف انداز اختيار ڪن ٿا. هر مذهب انسان کي اخلاقي طور با اخلاق ۽ با ادب بنائڻ جي هدايت ڪري ٿو. اهڙي طرح هن عارضي دنيا جي مقابلي ۾ هميشه واري ڪاميابي ماڻڻ جهڙيون خوبيون حاصل ڪرڻ سڀني مذهبن جي تعليم جو حصو آهن. تنهنڪري بنيادي ڳالهين ۾ هڪجهڙائي جي ڪري سڀئي مذهب برابري واري اصول تي قائم آهن.

## سبق جو خلاصو

يهوديت ۽ اسلام اهي مذهب آهن جيڪي خالص توحيد جا قائل آهن، جڏهن ته هندو ڌرم، سک ڌرم ۽ مسيحيت توڙي زرتشت ڌرم مالڪِ حقيقي جي هيڪڙائي ۽ بلند شان کي مڃين ٿا، ۽ ٻُڌ ڌرم ۾ خدا جي باري ۾ ڪو واضح تصور موجود ناهي. سڀئي ڌرم نيڪيءَ جي راهه تي هلڻ ۽ برائين کان بچڻ جي تلقين ڪن ٿا.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. توحيد جي معنيٰ ڇا آهي؟
2. ڪهڙا مذهب توحيد جي تلقين ڪن ٿا؟
3. عقيدي ۽ ايمان ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
4. ڪهڙا ڌرم نيڪي ڪرڻ ۽ برائين کان بچڻ جو درس ڏين ٿا؟
5. سڀني مکيه مذهبن جو دنيا جي ختم ٿيڻ (قيامت) بابت ڇا تصور آهي.

(ب) صحيح جواب تي (✓) جو نشان لڳايو:

1. ڪنهن ڳالهه کي دماغ ۽ دل ۾ ڪامل يقين سان ويهارڻ جو نالو آهي:
(الف) مذهب (ب) پرماتما (ج) ڪرم (د) عقيدو

2. هر مذهب ۾ برابر انداز ۾ جن ضروري ڳالهين جو درس ملي ٿو اهي آهن:
(الف) مالڪِ حقيقي کي مڃڻ (ب) نيڪي ڪرڻ، برائي کان بچڻ
(ج) آخرت جي تياري ڪرڻ (د) اهي سڀئي.

3. هندو ڌرم ۾ عقل جي اوتار کي سڏجي ٿو:
(الف) ڀڳوان (ب) برهما (ج) وشنو (د) ڪلڪي

4. مسيحيت مطابق مصلوب ٿيڻ بعد يسوع مسيح جنهن وقت وري زنده ٿيو سو هو:
(الف) هڪ ڪلاڪ (ب) ٽي ڏينهن (ج) ٻه هفتا (د) مهينو

5. فرشتا جنهن شيءِ مان پيدا ٿيل آهن، سا آهي:
(الف) روشني (ب) باهه (ج) هوا (د) مٽي

(ج) هيٺيان خال ڀريو:

1. انسان کي پنهنجي ڪرمن مطابق ................ ملي ٿو.
2. مسيحيت مطابق ................ گناهن کان پاڪائي جو ذريعو آهي.
3. دنيا ۾ ٻه قوتون ................ ۽ ............. ڪارفرما آهن.
4. ٻڌ ڌرم ۾ هدايت جو ذريعو ................. آهي.
5. ................ امر ۽ اجر ٿئي ٿي.

استادن لاءِ هدايتون:

شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ٻن گروپن ۾ ورهائي کين هي اسائنمنٽ ڏني وڃي:

- مذهبي عقيدن ۾ هڪ جهڙاين کي نوٽ ڪري اچڻ لاءِ چوي.
- هر مذهب جون جيڪي منفرد ڳالهيون آهن تن کي نوٽ ڪري اچڻ لاءِ چوي.

# مذهبَ ۽ انساني ڪردار

**سکيا جي حاصلات**

- ڪهاڻي ذريعي سمجهائي سگهندا تہ مذهبي عقيدن ذريعي انساني ڪردار تي ڪهڙو مثبت اثر پوي ٿو.
- ان حقيقت کي ذهن ۾ ويهاري ڇڏيندا تہ عبادت جو لائق واحد مالڪِ حقيقي آهي.

انسان جي پيدائش وقت ان جو ذهن هڪ صاف پني وانگر هوندو آهي، پوءِ ان جا والدين، دوست ۽ سماج ان کي جن ڳالهين جي سکيا ڏيندا آهن اهي ئي پوڙهپ تائين سندس دستور بڻجي وينديون آهن، تنهنڪري چوندا آهن "گهر ئي انسان جو پهريون درس گاهہ آهي". ان درس گاهہ ۾ مذهب جون ڳالهيون ۽ ريتون رسمون بہ شامل هونديون آهن تہ اخلاق ۽ ڪردار جي بهتري جون صلاحون بہ هونديون آهن. پر مالڪِ حقيقي طرفان مليل ساڃهہ ۽ عقلمندي ان انسان کي انهن سڀني ڳالهين جي تصديق لاءِ بهتر مدد فراهم ڪري ٿي مثلاً: "مالڪِ حقيقي اڪيلو خدا آهي"، ان تصور کي عقل هن طرح سمجهائي ٿو تہ جيڪڏهن ڪنهن ملڪ جا هڪ کان وڌيڪ بادشاهہ نہ ٿا ٿي سگهن تہ هن سڄي سنسار جا گهڻا خدا ڪيئن ٿي سگهن ٿا. "مالڪِ حقيقي هر ڪنهن جاءِ موجود آهي" ۽ "هر ڪنهن کي ڏسي پسي ٿو"، اهو نظريو خدا واحد جي بندگيءَ تي آماده ڪري ٿو. عقيدن جي انساني ڪردار تي پوندڙ اثر جو اندازو احمد جي آکاڻي مان بخوبي لڳائي سگهجي ٿو:

هڪ ڳوٺ ۾ مذهبي تعليم سيکارڻ واري مڪتب ۾ ڪيترائي شاگرد پڙهندا هئا، جن مان احمد تمام گهڻو ذهين ۽ اُستاد جي سبق کي ڌيان سان سمجهڻ وارو شاگرد هو. جنهن ڪري اُستاد کيس وڌيڪ پيائيندو هو. هڪ دفعي احمد جي ساٿين اُستاد سان شڪايت ڪئي تہ اوهان احمد کي اسان کان وڌيڪ پانيو ٿا، حالانڪ اسين بہ اوهان جا شاگرد آهيون؟ اُستاد کين چيو تہ ايندڙ هفتي ان سوال جو اوهان کي جواب ملي ويندو. ڪجهہ ڏينهن تائين اُستاد صاحب شاگردن کي مالڪِ حقيقي جي توحيد، هرهنڌ موجود هجڻ ۽ انسانن کي هر حال ۾ ڏسڻ پسڻ تي يقين رکڻ جهڙين ڳالهين جو درس ڏيندو رهيو ۽ کين انهن ڳالهين تي ڪامل يقين ڪرڻ جي تلقين ڪئي. آخري ڏينهن تي اُستاد هر هڪ شاگرد کي هڪ صوف ۽ ڇُري ڏيندي چيو تہ ان صوف کي اهڙي جڳهہ تي ڪٽي اچو جتي اوهان کي ڪير بہ نہ ڏسي.

سيئي شاگرد ڪنهن نہ ڪنهن اوٺ ۾ بيهي صوف ڪٽي جلدي ڪٽيل صوف کڻي اُستاد وٽ اچي حاضر ٿيا ۽ خوش ٿيڻ لڳا تہ تقيناً اڄ اُستاد احمد تي ڪاوڙبو ڇو تہ شام تائين احمد واپس نہ وريو هو. پر شام جو احمد صحيح سلامت صوف ۽ ڇُري سميت اچي حاضر ٿيو ۽ اُستاد کي چوڻ لڳو: سائين! اوهان مون کي هي صوف اهڙي هنڌ ڪٽي اچڻ لاءِ چيو هو جتي ڪير بہ نہ ڏسي پر آءٌ جتي بہ ويس تي اُتي مالڪِ حقيقي مون کي ڏسي پسي رهيو هو ان ڪري خالي واپس آيو آهيان.

تڏهن سيئي شاگرد احمد ۽ اُستاد کان بيحد متاثر ٿيا ۽ سندن وڌيڪ احترام ڪرڻ لڳا.

ساڳئي نموني جيڪي ڳالهيون ننڍپڻ ۾ ٻارن کي ٻرن طريقن ۽ رستن ڏانهن وني وڃن ٿيون تن جو ڪارڻ بہ اها بنيادي درس گاهہ هوندي آهي. مثلاً: بغير اجازت ڪنهن جي ڪا شيءِ کڻڻ ۽ استعمال ڪرڻ جي عادت اڳتي هلي چوريءَ ڏانهن وني وڃي ٿي. جنهن جو ڪارڻ مائٽن طرفان ٻارن جي طرفداري ڪرڻ ۽ انهن کي ٻري ڪم تي تنبيهہ نہ ڪرڻ وارو نظريو هوندو آهي.

تنهنڪري مذهب توڙي سماج انسان کي جيڪي ڳالهيون سيکارين ٿا ان ۾ عقل ئي صحيح ۽ غلط جي پرک ڪري ٿو. حالانڪہ مذهب ۽ ان جا عقيدا ئي انساني ڪردار تي سٺي نموني اثرانداز هوندا آهن ۽ اهي ڪڏهن بہ انساني سالم عقل جي خلاف نہ ٿا ٿي سگهن. اهي درست عقيدا ئي آهن جيڪي فرد ۽ ان جي سماج کي سڌارين ٿا ڇو تہ انهن تي عمل پيرا ٿيڻ سان شرافت، همدردي، انساني پائيپي ۽ اخلاقيات جا سبق ملن ٿا. زندگي افراتفري بدران سڪون، برائي بدلي ڀلائي، زوال بدران ترقي، پستي بدران بلندي ۽ اونداهي بدران روشني طرف وڃي ٿي.

ليڪن عقيدن جي فلسفي ۾ زور زبردستي جو ڪوبہ عمل دخل ڪونهي اهو صرف انسان جي اندر جي ڪيفيت جو نالو آهي. اها جدا ڳالهہ آهي تہ الهامي، تعليم کان سواءِ عقل جي بنياد تي اهو درست ۽ غلط ثابت ٿي سگهي ٿو.

## سبق جو خلاصو

عقيدا ۽ نظريا انساني ذهن ۽ دل ۾ جڳهہ والارينڊا آهن، جنهن ۾ زور زبردستي جو ڪوبہ عمل دخل نہ هوندو آهي، انهن عقيدن جي

بنياد تي انساني ڪردار نيڪي يا برائي جا مختلف پهلو ظاهر ڪندو آهي، تنهنڪري الهامي تعليم کان سواءِ هر عقيدي توڙي فڪر جي عقلي پرک ضروري آهي. درست عقيدا انسان جي سهڻي ڪردار کي نروار ڪن ٿا. جڏهن ته مبهم نظريا اجتماعي نقصان جو ڪارڻ به بڻجندا آهن.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. پيدا ٿيڻ وقت انساني ذهن ڪيئن هوندو آهي؟
2. گهر انسان جو پهريون درس گاهه ڪيئن آهي؟
3. عقيدن ۾ زور زبردستي جي ڪهڙي حيثيت آهي؟
4. عقيدن جو تعلق ڇا سان ٿيندو آهي؟
5. اڪيلي خدا جي بندگي ڇو ضروري آهي؟

### (ب) صحيح جواب تي (✓) جو نشان لڳايو:

1. ننڍپڻ ۾ سکيل ڳالهيون ياد رهنديون آهن؟

(الف) اسڪولي تعليم تائين (ب) جواني تائين (ج) نوڪري تائين (د) پوڙهپ تائين

2. بغير اجازت ڪنهن جي ڪا شيءِ کڻڻ سان عادت پوي ٿي:

(الف) بي ادب ٿيڻ جي (ب) ڪمائڻ جي (ج) چوري جي (د) دوستي جي

3. عقيدن جي فلسفي ۾ ڪوبه دخل ڪونهي:

(الف) زور زبردستيءَ جو (ب) عقل جو (ج) سائنس جو (د) الهام جو

### (ج) هيٺيا خال ڀريو:

1. عقيدو انساني اندر جي ................ جو نانءُ آهي.
2. عقيدا انساني ................. ۽ ................ ۾ جڳهه والاريندا آهن.
3. ................... سان فرد ۽ سماج جو سڌارو ٿئي ٿو.

### استادن لاءِ هدايتون:

- جهڙي طرح چوريءَ جي سکڻ جو هڪ سبب ”بغير اجازت ٻئي جي شيءِ کڻڻ آهي“. اهڙي طرح شاگردن ۽ شاگردياڻين کان ”ڪوڙ ڳالهائڻ“ جو سبب معلوم ڪيو وڃي ۽ انهن جي مختلف جوابن کي ڪلاس ۾ بحث هيٺ آندو وڃي.

# مذهبَ ۽ عبادت

**سکيا جي حاصلات**

- پنهنجي پنهنجي عقيدي مطابق مالڪِ حقيقي جي عبادت ڪرڻ ۽ ٻين جي عقيدن جو احترام ڪرڻ جي لائق بڻجندا.
- صحتمند ۽ هم آهنگي واري ڪردار جو مظاهرو ڪري سگهندا.
- سمجهندا تہ ضرورت مندن جي بي لوث خدمت ڪرڻ هڪ فرض آهي.

معبود جي تلاش ۽ ان جي سامهون پنهنجي ضرورتن جي اظهار ڪي بهتر انداز ۾ پيش ڪرڻ انساني فطرت جي گُهر آهي. تنهنڪري هر انسان چاهيندو آهي تہ اهڙي ڪا هستي هجي جنهن کي مصيبتن، تڪليفن توڙي خوشيءَ جي موقعي تي پڪاري سگهجي، زندگيءَ جي سَهنجائي ۽ آخرت جي ڪاميابي لاءِ ان کي راضي ڪري سگهجي. پوءِ اها جدا ڳالهہ آهي تہ هر انسان پنهنجي سمجهہ ۽ ڄاڻ مطابق ڪو نہ ڪو معبود تلاش ڪري چڱيو آهي. جنهن کي راضي ڪرڻ جون هو ڪوششون ڪندو رهي ٿو. ڪي مالڪِ حقيقيءَ کي عبادت جو لائق سمجهن تہ ڪي ان جي پيدا ڪيل وڏي مرتبي وارين هستين جي سامهون نِمن، ڪي جاندار شيءِ کي پوڄين تہ ڪي بي جان ۽ غير حقيقت شين جي پوڄا ڪن. پر انسان تہ وقت تي پنهنجي خواهشن کي بہ خدا بنائڻ کان پوئتي نہ ٿو رهجي.

معبود جي سامهون ان جي وڏائي جي اقرار ۽ پنهنجي عاجزيءَ جي اظهار جو نالو عبادت آهي. هر مذهب ۽ عقيدن ڪان پوءِ عبادت يا ريتون رسمون بنيادي حيثيت رکن ٿيون.

هندو ڌرم ۾ ديوتائن جي سامهون گيتا، ٻين ڌرمي ڪتابن (استوتر، گائتري منتر وغيره) جو ورد ڪري انهن جي پوڄا ڪئي ويندي آهي. اهڙي طرح اوم جو اُچار ۽ ڌيان ڪرڻ، گيان، ڀڳتي ۽ نيڪ ڪَرم ڪرڻ مکيہ عبادتون تصور ڪيون وڃن ٿيو.

ٻڌ ڌرم ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جي مورتي سامهون بيهي پوڄا ڪرڻ وچٽري وات تي هلڻ، هر ڪنهن سان نيڪي ڪرڻ، جاندارن تي ڪهل ڪرڻ، پنهنجي نفساني خواهشن تي ضابطو آڻڻ ۽ اخلاق بهتر ڪرڻ توڙي مراقبو ڪرڻ عبادت ۾ شمار ٿين ٿا.

يهوديت ۾ مالڪِ حقيقي جي رضامندي لاءِ ڏينهن ۾ ٽي دفعا عبادت ڪئي

ويندي آهي جنهن کي ٽيفيلاه سڏيندا آهن، يروشلم ۾ ”ديوارِ گريہ“ وٽ مناجاتون ڪرڻ، تورات جي تلاوت ڪرڻ توڙي پنهنجي مذهب تي مضبوطيءَ سان هلڻ سندن اهم عبادتون آهن.

مسيحيت ۾ حمد خواني ۽ بائبل جي تلاوت ڪرڻ اهم عبادتون آهن، ان کان علاوه پنهنجي اخلاق کي سنوارڻ، ٻين سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ ۽ نيڪ اعمال ڪرڻ سندن عبادت آهي.

زرتشت ڌرم ۾ باهہ جي پوڄا ڪئي ويندي آهي، ان کانسواءِ يزداني قوت جي مطابق عمل ڪرڻ ۽ اهرمن جي مخالفت ڪرڻ توڙي مقدس ڪتابن جي تلاوت ڪرڻ اهم عبادتون آهن.

اسلام ۾ روزو، نماز، حج، زڪوات ۽ عقيدن تي ايمان آڻڻ اهم عبادتون آهن ان کانسواءِ قرآن شريف جي تلاوت ڪرڻ، مالڪِ حقيقيءَ جو ذڪر ڪرڻ، حلال ڪمائڻ، مخلوق جي خدمت ۽ پنهنجي اخلاق کي سڌاري تقويٰ اختيار ڪرڻ اهم عبادتون آهن.

سک ڌرم ۾ جاپ ۽ ڪيرتن ڪرڻ ۽ مقدس ڪتاب پڙهڻ اهم عبادتون آهن.

## سبق جو خلاصو

معبود جي تلاش انسان جي فطرت ۾ شامل آهي. معبود جي سامهون پنهنجي عاجزي ۽ ان جي وڏائي جي اقرار ڪرڻ جو نالو عبادت آهي. دنيا جي مکيہ مذهبن ۾ مالڪِ حقيقي کي راضي ڪرڻ، پنهنجي ڪردار کي سڌارڻ، دنيا ۽ ٻئي جهان جي نجات ۽ مخلوق جي خدمت ڪرڻ توڙي مقدس ڪتابن جي تلاوت ڪرڻ عبادت شمار ڪيا وڃن ٿا.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. عبادت جو مفهوم ڇا آهي؟
2. معبود جي تلاش ۾ ماڻهن ڪهڙا طريقا اختيار ڪيا آهن؟
3. هر مذهب ۾ ريتن رسمن يا عبادتن کي ڪهڙو درجو حاصل آهي؟
4. هندو ڌرم ۽ ٻڌ ڌرم ۾ ڪهڙيون هڪجهڙايون آهن؟

### (ب) صحيح جواب تي (✓) جو نشان لڳايو:

1. معبود جي معنيٰ آهي:

(الف) جنهن کي پڪاريو وڃي (ب) جنهن کان مدد ورتي وڃي

(ج) جنهن جي پوڄا ڪئي وڃي (د) اهي سيئي

2. معبود جي سامهون پنهنجي عاجزي ۽ ان جي وڏائي جو اقرار سڏجي ٿو:

(الف) عقيدو (ب) سياست (ج) عبادت (د) مذهب

3. جنهن مذهب ۾ باهه کي يزداني قوت سمجهيو وڃي ٿو سو آهي:

(الف) سِک ڌرم (ب) زرتشت ڌرم (ج) مسيحيت (د) اسلام

### (ج) هيٺيان خال ڀريو:

1. نماز، روزو، حج، زڪوات ۽ ڪلمو ................ جون اهم عبادتون آهن.
2. ............ مسيحيت جي اهم عبادت آهي.
3. ٽيفيلاه ۽ ديوارِ گريہ وٽ مناجات ڪرڻ ........... جي عبادت شمار ٿين ٿا.
4. ٻڌ ڌرم ۾ ................. کي پوڄيو ويندو آهي.
5. هندو ڌرم ۾ ............. ۽ .......... مکيہ عبادتون تصور ڪيون وڃن ٿيون.

### استادن لاءِ هدايتون:

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي انٽرنيٽ تان هر مذهب جي عبادت جي جاين ۽ انهن جي نالن کي نوٽ ڪري اچڻ لاءِ چوي.
- هر مذهب جي عبادتن جا نالا نوٽ ڪري ايندا ۽ انهن بابت پاڻ ۾ ڳالهه ٻولهه ڪندا.

# مذهبَ: انهن جا باني ۽ مقدس ڪتاب

**سکيا جي حاصلات**

- سيني مکيہ مذهبن جي قابلِ احترام بانيڪارن جا نالا انتهائي عزت ۽ احترام سان وٺڻ جي لائق بڻجندا.
- قابلِ احترام بانيڪارن جي حسب نسب بيان ڪرڻ جي لائق ٿيندا.
- مکيہ مذهبن جي مقدس ڪتابن جا نالا ٻڌائي سگهندا.

بنيادي طور هر مذهب جو بنياد الهامي تعليم تي مشتمل ٿئي ٿو، جنهن جي سمجهاڻي ڏيندڙ پهريون شخص ان جو باني سڏجي ٿو. جڏهن تہ اها الهامي تعليم يا مذهب جي بانيڪار جي سمجهاڻي ڪتابن جي صورت ۾ هر مذهب جي پيروڪارن ڪي پڙهڻ لاءِ مهيا ڪئي وڃي ٿي. تنهنڪري دنيا جي هر مذهب ۾ الهامي تعليم ٻن صورتن ۾ موجود آهي، هڪ خالص مالڪِ حقيقي جي تعليم ٻيو بانيڪارن يا انهن جي عالمن طرفان ٿيل سمجهاڻي تي مشتمل تعليم. هيٺ مکيہ مذهبن مان هر ڌرم جي بانيڪار ۽ ان جي مذهبي ڪتابن جو ذڪر ڪجي ٿو:

هندو ڌرم: هندو ڌرم يا سناتن ڌرم جو بنياد وجهندڙ ڪو معين شخص ڪونهي البتہ ڪن رشين منين ڪنن تپسيائون ڪري ڪي اهم اصول هٿ ڪيا ان ڪري اهي بانيڪار آهن، هن ڌرم ۾ ويد، پراڻ، منوسموتي، رامائڻ، مهايارت ۽ ڀڳود گيتا اهم مذهبي ڪتاب آهن جن جي اصلي زبان سنسڪرت آهي، البتہ اُنهن جا ترجما انيڪ زبانن ۾ دستياب آهن.

ٻڌ ڌرم: ٻڌ ڌرم جو پايو وجهندڙ مهاتما گوتم ٻڌ آهي، جيڪو راجا شڌوڌن ۽ مهاراڻي مايا جو سڪيلتو پُٽ هو. سندس جنم 563 ق.م ڌاري نيپال جي لمبني علائقي ۾ ٿيو.

هن ڌرم ۾ تري پٽڪ يعني: وناءِ پٽڪ، سوتر پٽڪ، ايي ڌرم پٽڪ ۽ ڌماپد ڌرمي ڪتاب مشهور آهن.

يهوديت: يهوديت جو باني حضرت موسيٰ عليہ السلام آهي، سندس والد جو نالو عمران هو پاڻ مصر ۾ پيدا ٿيا.

يهوديت جو الهامي ڪتاب تورات آهي. البتہ تالمود، قَبالا ۽ بائبل جي پراڻي عهدنامي ڪي بہ هن مذهب جا مذهبي ڪتاب تصور ڪيا وڃن ٿا. جنهن جي اصل ٻولي عبراني آهي.

مسيحيت: مسيحيت جو پايو وجهندڙ حضرت يسوع مسيح آهي، پاڻ مالڪِ حقيقي جي خاص قدرت سان بغير پيءُ جي پيدا ٿيا. سندن والده جو نالو بي بي مريم آهي. حضرت يسوع مسيح فلسطين جي ”بيت لحم“ ۾ پيدا ٿيا.

هن مذهب ۾ بائبل ۽ انجيل اهم مذهبي ڪتاب آهن. جيڪي عبراني ۽ انگريزي ٻولي ۾ لکيل آهن.

زرتشت ڌرم: زرتشت ڌرم جو باني حضرت زرتشت آهي. پاڻ 66 ق.م ڌاري اوڀر ايران ۾ پيدا ٿيا.

هن مذهب جو بنيادي ڪتاب اوستا پهلوي ٻولي ۾ لکيل آهي. ان ڪانسواءِ گاٿا ۽ يسنا به ڌرمي ڪتاب مشهور آهن.

اسلام: مالڪِ حقيقي انسانيت جي هدايت لاءِ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کي آخري نبي چونڊيو. پاڻ 570ع ڌاري مڪي شريف ۾ ڄاوا، سندن والد جو نالو حضرت عبدالله بن حضرت عبدالمطلب ۽ والده جو نالو حضرت بي بي آمنه هو.

اسلام جو مقدس ۽ الهامي ڪتاب ”قرآن شريف“ آهي جيڪو عربي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي، قرآن شريف جي سمجهاڻي ۽ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي زندگيءَ توڙي تعليمات جو گهڻو ذڪر حديث جي ڪتابن ۾ آهي. جن ۾ صحيح بخاري، صحيح مسلم وغيره وڏيڪ مشهور آهن.

سک ڌرم: سک ڌرم جو باني بابا گرونانڪ جي آهي. پاڻ ننڪانه صاحب ۾ 1449ع ڌاري پيدا ٿيا، سندن والد جو نالو مهتا ڪالو هو جيڪو پنهنجي ڳوٺ جو زميندار هو.

هن ڌرم جو مذهبي ڪتاب ”گرو گرنٿ صاحب جي“ آهي. جيڪو گرمکي صورتخطي ۾ لکيل آهي. ان ۾ پنجابي، سنڌي، مراٺي، برج ڀاشي، هندي، سنسڪرت، عربي، فارسي، بنگالي ۽ تامل ٻولين جا لفظ به شامل آهن. انڪري ان کي ”ٻولين جي کاڻ“ به سڏيو وڃي ٿو.

## سبق جو خلاصو

بنيادي طور هر مذهب الهامي تعليمات تي مشتمل هوندو آهي. جنهن کي خالص الهامي تعليم ۽ سمجهاڻي تي مشتمل تعليم ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هندوڌرم جو ڪو معين باني ڪونهي. ٻڌ ڌرم لاءِ مهاتما گوتم ٻڌ، زرتشت ڌرم لاءِ حضرت زرتشت، يهوديت لاءِ حضرت موسيٰ عليہ السلام، مسيحيت لاءِ حضرت يسوع مسيح، اسلام لاءِ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم ۽ سِک ڌرم لاءِ بابا گرونانڪ باني طور سڃاتا وڃن ٿا.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. بنيادي طور مذهبي تعليم ڇا تي مشتمل آهي ۽ ان جا گهڻا قسم آهن؟
2. هندو ڌرم جا ڪتاب ڪهڙا آهن؟
3. مهاتما گوتم ٻڌ جي پيءُ، ماءُ ۽ ملڪ جو نالو ڇا آهي؟
4. ”گرو گرنٿ صاحب جي“ ۾ ڪهڙين ٻولين جا لفظ شامل آهن؟
5. سيني مکيہ مذهبن جي ڪتابن جا نالا ۽ ٻولي ڪهڙي آهي؟

### (ب) صحيح جواب تي (✓) جو نشان لڳايو:

1. سک ڌرم جو مذهبي ڪتاب آهي:
   (الف) بائبل (ب) قرآن شريف (ج) گيتا (د) گروگرنٿ صاحب جي
2. قرآن شريف جنهن ٻوليءَ ۾ لکيل آهي سا آهي:
   (الف) سنڌي (ب) هندي (ج) عربي (د) عبراني
3. بائبل ڪهڙن ٻن مذهبن جو مذهبي ڪتاب آهي:
   (الف) هندو ڌرم ۽ ٻڌ ڌرم (ب) يهوديت ۽ مسيحيت
   (ج) اسلام ۽ سِک ڌرم (د) زرتشت ازم ۽ سِک ازم

(ج) هيٺيان خال ڀريو:

1. يهوديت جو بنياد وجهندڙ ........................ آهي.
2. زرتشت ڌرم جا اهم ڪتاب ........................... ۽................ آهن.
3. ٻڌ ڌرم جو باني .................. آهي، جيڪو ................. ۾ پيدا ٿيو.
4. يسوع مسيح ................ جو باني آهي. سندس پيدائش خدا جي ............. سان ٿي.
5. هندو ڌرم جو بنياد وجهندڙ .................. کي مڃيو وڃي ٿو.

استادن لاءِ هدايتون:

شاگردن ۽ شاگردياڻين کان هيٺين عنوانن تي چارٽ تيار ڪرايا وڃن:

- مکيہ مذهبن جا بانيڪار، سندن نسب (پيءُ، ڏاڏي جو نالو) ۽ ملڪ.
- مکيہ مذهبن جا مذهبي ڪتاب ۽ انهن جي ٻولي.
- مکيہ مذهبن جون عبادت گاهون ۽ انهن جا نالا.

باب ٻيو

# مذهبن جو تفصيلي تعارف

هن باب ۾ ٻن مذهبن ”هندو ڌرم“ ۽ ”ٻڌ ڌرم“ جو تفصيل ڏنو ويو آهي. جنهن ۾ هندو ڌرم جي بُڻ بنياد ۽ اوسر، اوم، برهم ۽ موڪش جي تصور، آتما، پرماتما، ڪرمن، اجتماعي زندگي جي فلسفي ۽ مقدس ڪتابن سان گڏ ٻُڌ ڌرم جي بڻ بنياد، اوسر، مکيہ اصولن ۽ اعليٰ اخلاقي سکيا بابت ڄاڻ شامل آهي.

# هندو ڌرم

**سکيا جي حاصلات**

- هندوازم جي تعريف ڪري سگهندا.
- لفظ ”سناتن“ جي وضاحت ڪري سگهندا.
- هندو ڌرم ۾ مروج عقيدن ۽ پوڄا بابت وضاحت ڪري سگهندا.
- عالمي امن ۽ ايڪي جي واڌاري ۾ هندو ڌرم جي ڪردار کي واضح ڪري سگهندا.

## تعارف

دنيا ۾ جيڪي به مذهب ۽ ڌرم آهن اُهي زندگي گذارڻ جو رستو ٻڌائن ٿا. هر ڪنهن جي تعليم پنهنجي پنهنجي آهي. پر اڀياس ڪرڻ کان پوءِ معلوم ٿئي ٿو تہ سڀني مذهبن ۽ ڌرمن ۾ اخلاقي قدر هڪ جهڙا آهن. هر مذهب حق، سچ ۽ ڀلائي جي رستي تي هلڻ ۽ نيڪ عملن سان مالڪ حقيقي کي راضي ڪرڻ جي تعليم ڏئي ٿو.

هندو ڌرم دنيا جو پراڻي ۾ پراڻو ڌرم سمجهيو وڃي ٿو. جنهن جو حقيقي نالو ”سناتن ڌرم“ آهي. سناتن جي لفظي معنيٰ آهي ”سدا قائم رهندڙ“.

ڌرم سنسڪرت ٻولي جي لفظ ”ڌَر“ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي جهلي بيهڻ. يعني اهو جيڪو هن زندگيءَ ۽ ٻئي جنم واري زندگي ۾ بہ سهارو ٿئي. قديم زماني ۾ اولهہ هندستان ۾ ست درياءَ وهندا هئا. دريا کي سنسڪرت ۾ سندو سڏبو آهي. انهن دريائن ڪري هن علائقي کي ’سپت سندو‘ چوندا هئا ۽ هتي جي رهاڪن کي سندو سڏيو ويندو هو. آريا جيڪي وچ ايشيا ۽ ايران کان لڏي اچي هن علائقي ۾ آباد ٿيا، اهي ’س‘ اکر کي ’هہ‘ ڪري اُچاريندا هئا. تنهن ڪري هتي جا رهاڪو سندو بجاءِ هندو سڏجڻ لڳا.

## بُڻ بنياد

هندو ڌرم جو بنياد ڪنهن هڪ انسان يا اوتار ڪو نہ وڌو آهي، پر اهو گهڻن رُشين مُنين (عالمن ۽ بزرگن) جي گيان، ڌيان ۽ کوجنا سان حاصل ٿيل روحاني تجربن ۽ اصولن تي ٻڌل آهي. انهن بزرگن ڪنن تپسيائون ڪري ڌرم جا بنيادي اصول هٿ ڪيا ۽ انهن جو عام انسانن جي ڀلائي ۽ بهتري لاءِ پرچار ڪيو. انهن اصولن موجب هر ماڻهو گيان (علم)، ڀڳتي (خدمت) ۽ ڪرم (عمل) وارن رستن ذريعي پنهنجي روحاني طاقت وڌائي آخري منزل مالڪ حقيقي ”پرماتما“ کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري سگهي ٿو.

## هندوازم جي ترقي ۽ اوسر

آريا شروع ۾ سنڌو ندي جي ڀر وارن علائقن ۾ آباد ٿيا. پوءِ وقت گذرڻ سان اُهي پوري هندستان ۾ ڦهلجي ويا. اُهي چوپايو مال چاريندا هئا ۽ گهوڙن تي سواري ڪندا هئا. اهي دريائن جي ڪنارن ڀرسان هارپو ڪرڻ لڳا. انهن گڏجي سڏجي رهڻ لاءِ ڪجهه اصول جوڙيا ۽ هڪ اٽڪل ۽ پوري رياست وجود ۾ آندي. انهن هتان جي اصلي باشندن جي ريتن رسمن ۽ عقيدن سان هم آهنگي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اُهي ماڻهو ديوي ديوتائن جي پوڄا ڪندا هئا. اهڙي ريت هندو ڌرم جي ترقي ۽ اوسر ۾ انهن مقامي دراوڙي ۽ قبائلي ماڻهن جي ريتن رسمن جو به وڏو حصو رهيو آهي. هندن ۾ شروعاتي دؤر ۾ اجتماعي زندگي چئن ورڻن (حصن) ۾ ورهايل هئي. 1. برهمڻ 2. کتري 3. وئش 4. شودر.

1- برهمڻ: برهمڻن جو ڪم هو علم سکڻ ۽ سيکارڻ

2- کتري: انهن جو ڪم هو راڄنيتي ڪرڻ ۽ سماج جو بچاءُ ڪرڻ

3- وئش: انهن جو ڪم هو واپار ڪرڻ ۽ کيتي ڪرڻ

4- شودر: انهن جو ڪم هو ٻين ورڻن جي خدمت ڪرڻ.

هن ورهاست جي ڪري سماج ۾ اوچ نيچ ۽ ذات پات جو فرق وڌيو. پر وقت گذرڻ سان ان جو اثر بلڪل گهٽجي ويو آهي. پاڪستان ۾ تعليم ۽ ڌرمي شعور وڌي وڃڻ جي ڪري اهو فرق ختم ٿي ويو آهي. ذات پات جي بنياد تي ڪنهن کي گهٽ سمجهڻ بابت ڌرمي ڪتابن ۾ ڪٿي به لکيل نه آهي.

هندو ڌرم موجب انساني زندگي جو مول مقصد هي آهي ته هڪ ماڻهو ڌرمي اصولن، اخلاقي قدرن، حق ۽ سچ جي واٽ تي هلندي سڄي سنسار جي ڀلائي لاءِ پنهنجي زندگي گذاري ۽ سٺا عمل ڪري پر انهن جي ڦل جي خواهش نه ڪري.

(خلق جي خدمت وڏي ۾ وڏو ڌرم آهي)

## سبق جو خلاصو

- هندو ڌرم دنيا جو پراڻي کان پراڻو ڌرم آهي. هن جو حقيقي نالو سناتن ڌرم آهي. هن جو بنياد گهڻن رشين مُنين جي ڪنن تپسيا سان حاصل ٿيل اصولن تي ٻڌل آهي.
- هندو ڌرم جي عقيدي مطابق هڪ ماڻهو گيان، ڀڳتي ۽ ڪرم ذريعي مالڪ حقيقي سان ملي سگهي ٿو.
- آريا وچ ايشيا ۽ ايران کان هندستان ۾ آيا هئا. انهن ندين جي ڪنارن تي آباد ٿي ٻني ٻارو شروع ڪيو. انهن گڏجي رهڻ لاءِ ڪي اصول ٺاهيا. انهن جي ريتن رسمن ۽ عقيدن تي هتان جي اصلي رهاڪن جي ريتن رسمن جو به اثر ٿيو.
- هندو ڌرم جو مول مقصد اعليٰ اخلاقي قدرن تي هلڻ ۽ ٻين جي ڀلائي لاءِ زندگي گذارڻ ۽ ان جي ڦل جي خواهش نہ رکڻ آهي. انهن مول مقصدن جي ڪري هندو ڌرم جو عالمي امن، ڀائيچاري، مذهبي هم آهنگي ۾ مثبت ڪردار رهيو آهي، هن ڏس ۾ سوامي وويڪانند جو شڪاگو وارو خطاب پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. هندو ڌرم جو بنياد ڪنهن رکيو؟
2. آريا ’س‘ اکر جو اُچار ڪيئن ڪندا هئا؟
3. هندو ڌرم موجب ماڻهو مالڪ حقيقي سان ڪيئن ملي سگهي ٿو؟
4. آريا ڪهڙا ڏنڌا ڪندا هئا؟
5. هندو ڌرم سماج کي ڪيترن حصن ۾ ورهايو هو؟

## (ب) هيٺيان خال پريو:

1. هندو ڌرم جو حقيقي نالو............ آهي.
2. ڪِترين جو ڪم سماج جو............ ڪرڻ آهي.
3. هندو ڌرم جي ترقي ۽ اوسر ۾ مقامي............ ۽ .......... ماڻهن جي ريتن رسمن جو بہ اثر آهي.
4. هندو ڌرم موجب سڀ ڪم ڪجن پر ان جي........ جي خواهش نہ رکجي.
5. خلق جي خدمت وڏي ۾ وڏو........ آهي.

## (ج) جملي کي مڪمل ڪرڻ لاءِ حصي "الف" کي حصي "ب" سان ملايو:

| حصو- الف | حصو- ب |
|---|---|
| • هندو ڌرم دنيا جو | • هندو ڌرم جا بنيادي اصول جوڙيا. |
| • رُشين منين ڪنن تپسيا ڪري | • ذات پات يا اوچ نيچ جو فرق ختم ٿي ويو آهي. |
| • پاڪستان ۾ تعليم ۽ ڌرمي شعور جي وڌڻ ڪري | • پراڻي ۾ پراڻو ڌرم آهي. |
| • برهمڻن جو ڪم آهي | • لفظ 'ڌر' مان نڪتل آهي. |
| • ڌرم سنسڪرت ٻولي جي | • تعليم حاصل ڪرڻ ۽ تعليم ڏيڻ. |

- استاد شاگردن کان ”هندو ڌرم جو بڻ بنياد ۽ ان جا مکيہ مول مقصد“ تي هڪ مضمون لکرائن.
- استاد هر شاگرد کي ڪنهن هڪ اخلاقي قدر، اصول يا هڪ عمل بابت ٻڌائڻ لاءِ چئي، جنهن سان مالڪ حقيقي کي راضي ڪري سگهجي ٿو.

| نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ | |
|---|---|
| **لفظ** | **معنيٰ** |
| تپسيا | سخت گيان ڌيان واري عبادت |
| ڪرم | ڪم، عمل |
| گيان | علم ڄاڻ |
| ڀڳتي | خدمت شيوا |
| موڪش | ڇوٽڪارو، نجات |
| پَراُپڪار | ٻين جي ڀلائي |

# هندو ڌرم جا مقدس ڪتاب

**سکيا جي حاصلات**

- ويدن، اپنيشدن، پراڻن، شريمد ڀاڳود گيتا، رامائڻ ۽ مهاڀارت جي بنيادي سکيائن بابت ڄاڻي سگھندا.
- ٻن اوتارن شري رام چندر ۽ شري ڪرشن جي باري ۾ ڄاڻي سگھندا.
- هندو ڌرم جي سيني مقدس ڪتابن جي اخلاقي اقدار بابت ڄاڻي سگھندا.
- ويدن جا نالا ۽ انهن جي سکيائن جي روشني ۾ نهيل ٻين ڪتابن جي وضاحت ڪري سگھندا.

هندو ڌرم جا مقدس ڪتاب هيٺيان آهن:

1. ويد 2. اُپنشد 3. پراڻ 4. رامائڻ 5. مهاڀارت 6. ڀڳود گيتا.

ويد ڪُل چار آهن، جيڪي هندو ڌرم جا مستند ڪتاب ليکيا وڃن ٿا.

1. **رگ ويد:** انهي ۾ منتر ۽ برهم جي ساراهه وارا گيت شامل آهن. هي ويد سنڌونديءَ جي ڪناري تي لکيو ويو.

2. **سام ويد:** هي سيني کان وڏو ويد آهي. هن ۾ خاص طرح ڳائڻ وديا (Music & Songs) جو ذڪر آهي.

3. **يجر ويد:** انهي ۾ يگيه ڪرائڻ ۽ ٻيون سماجي ۽ ڌرمي ريتون رسمون ڪرائڻ جا طريقا ٻڌايل آهن.

4. **اَٿر ويد:** هن ۾ اخلاقيات، سماجي علم، وشو ڪوش (انسائيڪلوپيڊيا) دوائن، گھوڙي سواري ۽ ڪاريگري وغيره بابت تفصيل ڏنل آهي.

**اُپنشد:** اُپنشد معنيٰ برهم گيان. اُپنشد ويدن جي سار ۽ سمجھاڻي آهن. اُپنشدن ۾ سوالن جوابن جي صورت ۾ پُرش (جيوَ/انسان) پرڪرتي (قدرت) آتما (روح) پرماتما (مالڪِ حقيقي) زندگي ۽ موت جي باري ۾ بيان ٿيل آهي. اُپنشدن جو ڪل تعداد 108 آهي.

**پراڻ:** پراڻن جو تعداد 18 آهي، اِهي آساني سان سمجھه ۾ اچڻ وارا ڪتاب آهن، انهن ۾ ديوتائن جون آکاڻيون، رياضي، فلڪيات، تاريخ ۽ جاگرافي جو علم لکيل آهي.

**رامائڻ:** هندو ڌرم ۾ رامائڻ جو ڪتاب وڏي اهميت وارو آهي. هن جو لکندڙ والميڪ رُشي آهي. هن ۾ 24000 بيت آهن. هن ڪتاب ۾ وشنو ڀڳوان جي ستين

اوتار شري رامچندر بابت بيان ٿيل آهي. شري رامچندر کي پنهنجي پيءُ راجا دشرٿ جي وچن (وعدي) نباهڻ خاطر 14 سال بنواس وڃڻو پوي ٿو. بنواس ۾ سندس زال سيتا کي لنڪا جو راجا راوڻ زوري کڻي وڃي ٿو. شري رامچندر باندرن جي فوج وٺي لنڪا تي ڪاهي وڃي ٿو ۽ راجا راوڻ کي ماري سيتا کي آزاد ڪرائي ٿو. 14 سالن بنواس پوري ٿيڻ بعد هُو پنهنجي زال سيتا ياءُ لڇمڻ ۽ هنومان سميت واپس راڄڌاني ايوڌيا موٽن ٿا تہ عوام ڏيا ٻاري سندن استقبال ڪن ٿا. انهي واقعي جي ياد ۾ هندو اڄ بہ هر سال ڏياري جو ڏينهن وڏي ڌام ڌوم سان ملهائيندا آهن.

**مهاڀارت:** مهاڀارت هڪ تمام وڏو رزميہ داستان آهي. هن ڪتاب ۾ ڪورؤن ۽ پانڊون جي وچ ۾ ڪروکيتر جي ميدان تي ٿيل جنگ جو ذڪر آهي. هن ڪتاب ۾ هڪ لک کان بہ وڌيڪ شلوڪ آهن. هن جي رچنا مهارُشي ويدوياس ڪئي هئي. مهاڀارت کي پنجون ويد بہ سڏبو آهي. مهاڀارت جو اصلي هيرو نند، يشودا جو لال شري ڪرشن آهي جيڪو ميدانِ جنگ ۾ پانڊو پُتر ارجن جو سارٿي بڻيو.

**شريمد ڀڳود گيتا:** گيتا سيني ڌرمي ڪتابن مان مقبول ترين ڪتاب آهي. نارائڻ ۽ نر جي اَوتارن ڀڳوان شري ڪرشن ۽ پانڊو پُتر اَرجن جي وچ ۾، جنگ جي ميدان تي ٿيل ڳالهہ ٻولهہ تي ٻڌل هي ڪتاب مهاڀارت جو حصو آهي، گيتا جو گيان (علم) ويدن ۽ اُپنشدن جو نچوڙ آهي. گيتا جا 18 باب ۽ 700 شلوڪ آهن.

## ويدن جي مختصر تاريخ

ويد هندوئن جا سڀ کان قديم ڪتاب آهن. جن کي اُهي ديو راٽي ڪري مڃن ٿا، جيڪا جڳت جي ابتدا ۾ رشين منين کي تيور تپسيا جي ڪيفيت ۾ ميسر آئي. اُنهن انهيءَ واٽي کي پنهنجن ششن ذريعي پکيڙي عرف عام ڪيو. ويدن ۾ سڪام منترن جو تعداد 80 هزار آهي، پر مُڪت ڪرڻ وارن منترن جو تعداد 20 هزار آهي، جنهن مان 4 هزار منتر گيان ڪانڊ جا ۽ 16 هزار منتر اُپاسنا ڪانڊ جا آهن. ويدن جون ثانوي شاخون آهن (i) سِڪشا (ii) ڪلپ (iii) وياڪرڻ (iv) نروڪت (v) جيوتش (vi) ڇند.

هندو ڌرم جا ٻيا سڀ ڪتاب ويدن جي تعليمات جي روشني ۾ لکيا ويا آهن. انهيءَ ڪري ڌرمي معاملن ۾ ويد ئي ثبوت آهن.

## ويدن جو هندن جي اخلاقي سوچ ڌارا تي اثر

ويدن جي سکيائن جو هندن جي اخلاقي، سماجي ۽ ڌرمي ويچار ڌارا تي تمام گهڻو اثر آهي. هندن جا ٻيا ڪتاب ويدن جي تعليم جي روشني ۾ لکيل آهن. اُپنشد تہ جهڙوڪر ويدن جي تعليم جو سار آهن. اهڙي نموني گيتا ويدن جي تعليم جو نچوڙ آهي. رامائڻ ۾ تہ ويدن جي تعليم مطابق زندگي گذارڻ جو عملي نمونو پيش ڪيو ويو آهي. شري رامچندر کي "مريادا پرشوتم" يعني اعليٰ اخلاقي ڪردار جو عملي نمونو سڏبو آهي. هندن جي سوچ ڌارا يا فلسفي تي ويدن جي هيٺين سکيائن جو اثر گهڻو ٿيل آهي:

- بي غرض ٿي جيڪو ڪم ٻئي جي ڀلائي لاءِ ڪجي ٿو، انهي سان گناهگار ماڻهو بہ جلدي ڌرماتما (نيڪ) ٿي وڃي ٿو.
- انسان کي ڏُرگڻ (خراب لڇڻ) ۽ ڏُراچار (خراب وهنوار) کي زهر مثل ڄاڻي انهن کي ترڪ ڪرڻ گهرجي، پنهنجي نفساني خواهشن تي ضابطو رکي حقيقي مالڪ جي ڀڳتي ڪرڻ گهرجي.
- انسان کي درگذر، امن، سڪون، سيني ۾ هڪ جهڙائي ڏسڻ، اطمينان، علم، عقل، بي غرض ٿي ڪم ڪرڻ ۽ پاڻ تي ضابطو رکڻ جهڙا سُٺا لڇڻ پنهنجي ڪردار جو حصو بڻائڻ گهرجن.

منوسمرتي موجب جيڪو ماڻهو ويد ۽ سمرتي ۾ چيل ڌرم جو پالڻ ڪري ٿو. اهو بيشڪ هن سنسار ۾ شُهرت ۽ مرڻ کان پوءِ سُک پائي ٿو.

## سبق جو خلاصو

- ويد جو مطلب آهي علم جو خزانو. هندو ڌرم جا بنيادي اصول ويدن جي سکيائن تي ٻڌل آهن. تنهن ڪري هندو ڌرم کي ويدڪ ڌرم به سڏيو ويندو آهي. ويد ڪل 4 آهن.
- اُپنشد ويدن جي سار ۽ سمجهاڻي آهن.
- رامائڻ ۾ شري رامچندر جو 14 سال بنواس ۾ رهڻ، لنڪا جي راجا راوڻ کي ماري ان کان پنهنجي زال سيتا کي آزاد ڪرائي واپس ايوڌيا موٽڻ جو قصو بيان ٿيل آهي. هن ڪتاب ۾ عملي زندگي گذارڻ جو هڪ مثالي نمونو پيش ٿيل آهي.
- مهاڀارت هڪ تمام وڏو تاريخي داستان آهي. هن ڪتاب ۾ ڪورون ۽ پانڊون جي وچ ۾ ٿيل لڙائي جو ذڪر آهي.
- ڀڳود گيتا سڀني ڌرمي ڪتابن کان مقبول ترين ڪتاب آهي.
- ويد مهاڀارت کان به پهرئين لکيا ويا. انهن جي سکيائن جو هندو فلسفي ۽ اخلاقي ويچار ڌارا تي تمام گهڻو اثر آهي.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. ويد ڪيترا آهن؟ هر هڪ جو نالو ٻڌايو.
2. اُپنشدن ۾ ڇا بيان ٿيل آهي؟
3. رامائڻ جي ڪردارن مان ڪهڙا سبق ملن ٿا؟
4. گيتا ۾ ڪل ڪيترا شلوڪ آهن؟
5. هڪ گناهگار ماڻهو نيڪ ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟

## (ب) هينيان خال پريو:

1. رگ ويد............ جي ڪناري تي لکيو ويو.
2. هندو ويدن کي.......... ڪري مڃن ٿا.
3. ڪوروَن ۽ پاندوَن جي وچ ۾ ٿيل مهاڀارت لڙائي............ جي ميدان تي ٿي.
4. گيتا جي ويدن جي تعليم جو............. آهي.
5. درگذر ڪرڻ، رحم ڪرڻ، ماءُ پيءُ جي خدمت ڪرڻ ۽ ٻي غرض تي هر ڪنهن جي ڀلائي ڪرڻ............... آهن.

## (ج) صحيح جملي سامهون "✓" ۽ غلط جملي سامهون "X" جو نشان لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| • اٿر ويد ۾ اخلاقيات، گهوڙي سواري ۽ ڪاريگري جي باري ۾ بيان ٿيل آهي. | | |
| • شري رامچندر وشنو ڀڳوان جو اٺون اوتار آهي. | | |
| • هندن جي فلسفي ۽ ويچار ڌارا تي ويدن جو اثر ڪو نہ آهي. | | |
| • گيتا سيني ڌرمي ڪتابن مان مقبول ترين ڪتاب آهي. | | |

### استادن لاءِ سرگرمي

- استاد، شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ترغيب ڏئي تہ اُهي هندو ڌرم جي مقدس ڪتابن جا نالا ۽ انهن جي سکيائن جو چارٽ ناهي پنهنجي پنهنجي گهر ۾ ڀت تي ٽنگين.
- "ڏياري جو ڏينهن" جي عنوان تي شاگردن ۽ شاگردياڻين کان مضمون لکرائي.

# هندو ڌرم جا مکيہ تصور

## اوم ॐ

**سکيا جي حاصلات**

- اوم جي حقيقت ڄاڻي سگھندا.
- گائتري منتر، ويدن ۽ پراڻن جي جڙ اوم آهي، ان حقيقت جي مڃڻ لائق ٿيندا.
- گائتري منتر جي اهميت بيان ڪري سگھندا.

هندو ڌرم ۾ اوم جي باري ۾ تصور هي آهي تہ ॐ هڪ مقدس لفظ ۽ آواز آهي. اهو آواز ڪائنات ۾ ازل کان گونجندڙ هو. ॐ هندو ڌرم جو خاص نشان آهي. هندو ڌرم ۾ اوم جي صوتي يا آواز واري نشاني جو تمام گھڻو پڇن ۽ ڪيرتن ڪيو وڃي ٿو. چيو وڃي ٿو تہ مالڪ حقيقي هن سنسار جي تخليق 'اوم' اُچارڻ سان ڪئي. ويدن، اُپنشدن ۽ ٻين ڌرمي ڪتابن جون اڪثر پرارٿنائون ۽ منتر اوم سان شروع ٿين ٿا. گائتري منتر جي شروعات بہ اوم سان ٿئي ٿي. سيئي سُنا ڪم اوم سان شروع ڪيا وڃن ٿا. ڀليڪار ڏيڻ لاءِ اوم، هري اوم جو استعمال ڪيو وڃي ٿو. هن نشاني جي پوڄا بہ ڪبي آهي. هن نشاني کي سني سنؤڻ طور گھرن، گاڏين، دڪانن ۽ مندرن تي بہ لڳايو ويندو آهي.

اوم سيني آوازن جو مول بنياد آهي. پاتنجلي رشي چوي ٿو تہ 'اوم' ايشور جو نالو آهي. وڌيڪ چوي ٿو تہ انهي شبد جي مطلب تي ڌيان ڌرڻ سان ماڻهو مالڪِ حقيقي کي حاصل ڪري سگھي ٿو.

هن سنسار کي ڇڏڻ مهل جيڪو ماڻهو اوم جو اُچار ۽ ڌيان ڪري ٿو، اهو پرم گتي (اوچو درجو) پائي ٿو.

**گائتري منتر**

اوم ڀورُ ڀوهُ سوه، تَت سوتَرُ وَريڻِيَم
ڀَرگو ديوَسيہ ڌِي مهِي ڌِيو يونَهہ پرچودَيات

گائتري منتر رگ ويد مان ورتل آهي جيڪو سناتن ڌرم جو مولُ (بنيادي) منتر آهي.
منتر جي معنيٰ: من (هردو/دل) + تر (آجو ڪرڻ) يعني آتمڪ شبدن (روحاني لفظن) جو مجموعو جنهن جي جپ سان هردو چنتا کان آجو ٿئي ۽ من کي شانتي ملي.

**شبدن جو ارٿ**

اوم: رکشڪ (پَرميشور) ڀور: پراڻ داتا. ڀوهہ: ڏک ناس ڪندڙ. سوه: سُک ڏيندڙ.
تَت: اهو. وَريڻِيَم: گرهڻ ڪرڻ يوڳيہ. ڀرگو: تيج. ديوسيہ: دويہ گڻن وارو.

ڏِي مهِي: اسان ڌارڻ ڪريون. ڌيو: ٻُڌي (عقل) ڪي. يو: جيڪو. نهہ: اسان جي. پرچودَيات: پريرڻا ڪري (ترغيب ڪري، هدايت ڏي).

**ارٿ**

اوم ڪار پرڀو تيرا نام، گُڻ گاوين سنسار تمام،
پراڻ سُروپ سُکون ڪي داتا، اَنت نہ ڪوئي تيرا پاتا،
ساري جڳ ڪو پئدا ڪرتا، سب سي اُتم پاپ ڪا هرتا،
هي ايشور! هم تُجهي ڌياوين، پاپ ڪرم ڪي پاس نہ جاوين،
ٻُڌي ڪرو هماري اُجول، جيون هو همارا نِرمل.

گائتري منتر جي اهميت هن ڳالهہ مان واضح آهي تہ هن جو ذڪر چئن ئي ويدن ۾ آهي، هن ۾ ٽيئي انگ جهڙوڪ اُستُوتي (ساراهہ)، اُپسنا (پوجا، شيوا) ۽ پرارٿنا سمايل آهي. هن منتر موجب سُني ٻُڌي ۽ ساتوَڪ شڪتي ڏيڻ وارو آهي. هن جي مانسڪ جپ ڪرڻ لاءِ ڪي بہ شرط ڪونہ آهن.

**سکيا جي حاصلات**

- ڄاڻندا تہ برهم وقت ۽ زمان ڪان مٿاهون ۽ تبديل نہ ٿيندڙ آهي.
- ڄاڻندا تہ برهم ڪائنات جو پيدا ڪندڙ آهي.
- ڄاڻندا تہ برهم ڪامل قدرت رکندڙ، حاضر ۽ غائب جي ڄاڻ رکندڙ آهي.
- ڄاڻندا تہ برهم سدا قائم رهندڙ، لافاني آهي.
- ڄاڻندا تہ برهم نرگڻ ۽ نراڪار آهي. (گڻن ۽ اوگڻن ڪان مٿاهون ۽ بغير ڪنهن شڪل ۽ صورت وارو آهي).

برهم لفظ مان مراد مالڪِ حقيقي آهي. جيڪو وقت ۽ زمان ڪان مٿاهون ۽ تبديل نہ ٿيندو آهي. هو سدا قائم رهڻ وارو ۽ لافاني آهي. هو نرگڻ ۽ نراڪار آهي. جيڪو بغير ڪنهن شڪل ۽ صورت وارو آهي.

برهم ئي ست، چت، آنند (وجود، پروڙ، آنند) آهي. "برهم ستيہ جگت مِٿيا" وچن پٽاندر وجود صرف ئي صرف برهم (مالڪِ حقيقي پرماتما) جو آهي. ٻيو جيڪو ڪجهہ بہ اِندرين (حواسن) جو موضوع ٿئي ٿو اُهو هن هستي جي بدولت ئي آهي. اُهو ئي نئين سِرشٽي يا تخليق ڪان پهرين ۽ مها پرليہ ڪان پوءِ بہ برقرار رهي ٿو. ڪوريڙي جي ڄاري جيان سڀ ڪُجهہ هُن مان اُپتن (پئدا) ٿي هن ۾ ئي لين (جذب) ٿئي ٿو. ويد بہ هُن جو پار نہ پائي نيتي، نيتي (نہ اِهو، نہ اِهو) چئي چُپ ٿي ويا. هُن کي اُهو ئي ڄاڻي سگهي ٿو جنهن کي هو ڄاڻائي.

اُهو ئي اِندرين ۽ پرڪرتي ڪان پري برهم پنهنجي هڪ مان وڌيڪ ٿيڻ جي

خواهش کان مجبور ٿي نِرگڻ نِراڪار مان سگڻ ساڪار ٿئي ٿو. گوسوامي ٽُلشيداس جي مطابق:

وِپر ڏينو سُر سنت هِت لين منش اوتار،
نِج اِڇا نرمت ڪر شري مايا گُڻ گوپار.

ارٿ-برهمڻ، گئون، ديوتا ۽ سنتن جي لاءِ ڀڳوان انسان جو اوتار ورتو. اُهي (اگيان روپ ملين) مايا ۽ اُنهن جي گُڻ (ست، رج ۽ تم) ۽ (ٻاهرين توڙي اندروني) اندرين کان پري آهن. اُنهن جو (دويہ) جسم پنهنجي اِڇا سان ٺهيو آهي (ڪنهن ڪرم ٻنڌن جي پروش ٽِن گُڻن وارين ڀوتڪ، چيزن مان نہ).

## موڪش

**سکيا جي حاصلات**

- سمجهندا تہ هر سناتني جو مکيہ مقصد جنم مرڻ واري چڪر کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ آهي.
- عمل جي ڦل جي خواهش ماڻهو کي دنيا ۾ ڦاسائي ٿي.
- ڄاڻندا تہ ڦل جي خواهش بغير عمل ڪرڻ ماڻهو کي دنيا جي ٻنڌن کان آزاد ڪري ٿو.
- سمجهندا تہ هر ماڻهو جيئري ئي مڪتي حاصل ڪري سگهي ٿو، مرڻ کان پوءِ نہ.
- ڄاڻندا تہ حاصل ڪيل مڪتي اڳتي بہ قائم رهي ٿي.
- دريافت ڪندا تہ مڪتي مالڪِ حقيقي جي ڪرم سان ئي ملي سگهي ٿي.

موڪش جي معنيٰ آهي مڪتي يا ڇوٽڪارو. هندو ڌرم ۾ موڪش جي باري ۾ تصور هي آهي تہ آتما (روح) اجر ۽ امر آهي. پر اهو پنهنجو جامو (بدن) بدلائيندو رهندو آهي. هڪ ماڻهو کي پنهنجي حياتي ۾ ڪيل ڪرن ۽ ڪوتن عملن موجب مرڻ کان پوءِ جُون (حياتي) ملي ٿي.

انساني جون اعليٰ ترين جون آهي. هن جون ۾ انسان نيڪ ڪم ڪري پنهنجا اڳيان پاپ ڌوئي سگهي ٿو ۽ پنهنجي مالڪ حقيقي کي حاصل ڪرڻ لاءِ نشڪام جتن ڪري سگهي ٿو. تنهن ڪري هر گياني (سمجهدار) ماڻهو جي اها خواهش هوندي آهي تہ هو پنهنجي حياتي ڌرم جي اعليٰ اصولن مطابق ڦل يا نتيجي جي چاهنا کان سواءِ چڱا ڪم ڪندي گذاري تہ جيئن ڪيس 84 لک جوڻين جي آواگون جي چڪر کان هميشہ لاءِ ڇوٽڪارو ملي وڃي ۽ سندس آتما مالڪِ حقيقي سان ملي وڃي.

موڪش جو حصول، مالڪِ حقيقي جي ڪرم جي بدولت، جيوت اوستا ۾ ئي ممڪن آهي. جيڪا بعد از موت بہ برقرار رهي ٿو. پنهنجي حياتي ۾ مُڪتي پائيندڙ کي جيوَت مُڪت چئبو آهي.

هندو ڌرم ۾ هڪ انساني زندگي کي 25، 25 سالن جي چئن آشرمن (حصن) ۾ ورهايو ويو آهي جيڪي برهمچريہ، گرهست، وان پرست ۽ سنياس آهن.

هڪ ماڻهو انهن چئني آشرمن جي اصولن مطابق پنهنجي حياتي گذاري موڪش حاصل ڪري سگهي ٿو.

## سبق جو خلاصو

- اوم هڪ مقدس آواز ۽ اکر آهي. اوم هندو ڌرم جي خاص نشاني آهي. هندوئن ۾ هر سٺي ڪم جي شروعات اوم سان ڪئي ويجي ٿي. اوم جو اُچار ۽ ڌيان ڪرڻ سان ماڻهو اوچو درجو حاصل ڪري سگهي ٿو.
- هندو ڌرم جي فلسفي مطابق برهما سنسار جي تخليق ڪندڙ ۽ عقل جو اَوتار آهي. هُو سڀني ديوي ديوتائن جو رهنما آهي.
- هڪ ماڻهو پنهنجي هن انساني جوڻ ۾ نيڪ عمل ڪري هميشہ لاءِ 84 لک جوڻين جي آواڳون جي چڪر کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري، مالڪِ حقيقي سان ملي سگهي ٿو.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. هندو ڌرم ۾ اوم جي باري ۾ ڪهڙو تصور آهي؟
2. هندو ڌرم موجب بُڌِي جو ديوتا ڪير آهي؟
3. ويد برهم بابت ڇا چئي چُپ ٿي ويا؟
4. انساني جوڻ اعليٰ ترين ڇا جي ڪري آهي؟

### (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. گائتري منتر جي شروعات............ سان ٿئي ٿي.
2. اوم سڀني............ جو مُول بنياد آهي.
3. نئين تخليق کان پهرين ۽ مها پرليہ کانپوءِ ............ رهي ٿو.
4. آتما............ ۽............ آهي.

(ج) صحيح جملي سامهون ”✓“ ۽ غلط جملي سامهون ”X“ جو نشان لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| • ॐ هندو ڌرم جو خاص نشان آهي. | | |
| • گائتري منتر جو جَپُ ٻُڌي ۽ سُني ساتوِڪ بَلَ ڏي ٿو. | | |
| • برهما جا تمام گهڻا مندر آهن. | | |
| • هندو ڌرم ۾ ماڻهو جي انفرادي زندگي کي پنجن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. | | |

استادن لاءِ سرگرمي

- استاد، شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ॐ جي تصوير پنهنجي ڪاپي يا اڇي پني تي ناهي اچڻ لاءِ چوي.
- استاد، شاگردن ۽ شاگردياڻين کي برهما ۽ موکش تي نوٽ لکي اچڻ جي هدايت ڪري.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| پرارٿنا | عبادت پوڄا دُعا |
| شبد | لفظ |
| ٻُڌي | عقل |
| پرم گتي | اوچو درجو |
| دمن | ضابطو |
| ديا | رحم |
| سرجڻهار | پيدا ڪندڙ |
| آواگون | جنم- مرڻ، جنم-مرڻ جو چڪر |
| مها پرليه | پرڪرتِي سوڌو پرماتما ۾ لين ٿيڻ |

# ٻُڌ ڌرم

**سکيا جي حاصلات**

- مهاتما ٻڌ جي باري ۾ بيان ڪري سگهندا ۽ بيان ڪندا ته گوتم ڪڏهن "ٻڌ" بڻيو.
- ٻڌ ڌرم جي بنيادي سکيائن جي سمجهڻ لائق ٿيندا.
- ٻڌ ڌرم جي ترقي ۽ اوسر ۾ اشوڪا بادشاهه جي ڪردار جو پتو لڳائي سگهندا.
- مهاتما گوتم ٻڌ جي پهرئين خطبي بابت ڄاڻي سگهندا.
- چئن اعليٰ سچائين بابت ٻڌائي سگهندا.
- اشٽانگ مارگ (اٺن اصولن واري واٽ) جي وضاحت ڪري سگهندا.
- تَٿا گتا جي روح ڪي سمجهڻ لائق ٿيندا.
- ٻڌ ڌرم جي ٽن وڏن مڪتبِ فڪر جا نالا ٻڌائي سگهندا.
- انهن جي مختصر وضاحت ڪري سگهندا.

## تعارف

مذهبَ يا ڌرمَ ماڻهن کي محبت، امن ۽ ڀائيچاري سان حياتي گذارڻ سيکارين ٿا، اهي انسانن کي ٻڇڙن ڪمن کان روڪين ٿا ۽ نيڪ ڪم ڪرڻ جي ترغيب ڏين ٿا.

ٻُڌ ڌرم دنيا جو هڪ وڏو ڌرم آهي، هن ڌرم جو باني مهاتما گوتم ٻُڌ آهي. هن ڌرم جي مڃيندڙن کي ٻُڌ يا ٻوڌي سڏيو ويندو آهي. ٻڌن جي اڪثريت ايشيائي ملڪن ۾ آباد آهي. اُهي ٿوري تعداد ۾ آفريقي، آمريڪي ۽ يورپي ملڪن ۾ به آباد آهن، هي ڌرم پنهنجن پوئلڳن کي وچٽري واٽ تي هلڻ، هر ڪنهن سان نيڪي ڪرڻ، جاندارن تي ڪهل ڪرڻ، پنهنجي نفساني خواهشن تي ڪنٽرول ڪرڻ ۽ اعليٰ اخلاقي قدرن تي عمل ڪرڻ جي سکيا ڏئي ٿو. اهڙي سکيا موجب زندگي گذاري هڪ انسان پنهنجي ڪرمن ۽ جنم مرڻ جي چڪر کان نرواڻ يا دائمي ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهي ٿو.

## بڻ بنياد

ٻُڌ ڌرم مهاتما گوتم ٻُڌ جي سکيائن تي ٻڌل هڪ ڌرم آهي، هن ڌرم جو بنياد ڇهين صدي قبل مسيح ۾ پيو، مهاتما ٻڌ پنهنجون سکيائون پنهنجي حياتي ۾ لکت جي صورت ۾ ڪونه ڏنيون هيون. اُن ٻُڌ ڌرم جو پرچار صرف زباني ڪيو هو. سندس وفات کان پوءِ اُن جي پوئلڳن سندس خيالن ۽ سکيائن کي ڪتابي صورت ۾ آڻڻ شروع ڪيو، ٻُڌ ڌرم جي ڌرمي ڪتابن مان تري پِٽڪ يعني وناءِ پِٽڪ، سوتر پِٽڪ، اَڀي ڌرم پِٽڪ ۽ ڌَما پَدَ تمام گهڻا مشهور آهن.

## ترقي ۽ اوسر

نرواڻ ماڻڻ ۽ نجات جا بنيادي اصول ڳولي لهڻ کان پوءِ گوتم ٻُڌ سوچڻ لڳو تہ هُن اهڙو ڌرم ماڻيو آهي جنهن تي هلڻ سان هڪ ماڻهو پُرسڪون زندگي گذاري سگهي ٿو، هو هڪ سچي ۽ اُتم ڌرم جو امين آهي، تنهن ڪري هن کي انهي ڌرم کي ڦهلائڻ لاءِ اُن جو پرچار ڪرڻ گهرجي.

هن ڌرم جي پرچار جو پهريون خطبو بنارس جي پرسان هرڻين جي ماڳ اسيپتنا ۾ ڏنو جنهن کي هينئر سارناٿ چئجي ٿو. هن خطبي ۾ چئن سچائين جو ذڪر ڪيو ويو آهي:

1. زندگي ڏک ئي ڏک آهي.
2. ڏک خواهشن جي ڪري پيدا ٿين ٿا.
3. ڏکن ۽ خواهشن کان پاڻ بچائي سگهجي ٿو.
4. ڏکن ۽ خواهشن کان بچڻ لاءِ وچٿري واٽ اختيار ڪرڻ گهرجي، انهيءَ واٽ کي 'اشٽانگ مارگ' سڏجي ٿو، اها اَٺن اصولن واري واٽ هي آهي:
   1. صحيح سوچ ۽ صحيح خيال.
   2. صحيح ۽ منو ڳالهائڻ.
   3. صحيح عمل.
   4. حلال روزي ۽ ايمانداري جي ڪمائي.
   5. ڪوڙ کان انڪار ۽ سچ ڳالهائڻ.
   6. صحيح سنگت ۽ مثبت ويچار.
   7. سادي رهڻي ڪهڻي.
   8. ڌيان يا مراقبو.

انهن اٺن اصولن واري واٽ تي هلي هڪ ماڻهو نفساني خواهشن کان نجات حاصل ڪري، بچڙائي جي ڪُن مان نڪري، مالڪِ حقيقي جي نُور سان ملي سگهي ٿو.

مهاتما گوتم ٻُڌ جي وفات کان پوءِ ٻُڌ ڌرم جي وڏن پيڪشوئن جا چار وڏا ميڙاڪا ٿيا، جن ۾ ٻُڌ ڌرم جا قاعدا ۽ قانون جوڙيا ويا ۽ گوتم ٻُڌ جي خطبن کي لکت جي صورت ۾ آندو ويو.

موريا گهراڻي جي عظيم بادشاهہ اشوڪ اعظم 232-273 ق.م جي دؤر ۾

ٻُڌ ڌرم تمام تيزيءَ سان ڦهليو، هن ڌرم جي تبليغ لاءِ ڀڪشوئن کي مختلف ملڪن ڏانهن موڪليو، هن ڪيترائي يادگار ۽ مڙهيون تعمير ڪرايون. سندس راڄ دوران ۽ پوءِ ٻُڌ ڌرم سري لنڪا، ٿائيلينڊ، برما، چين، ڪمبوڊيا، ويٽنام، ڪوريا، جاپان، ملايا، جاوا، لائوس، ٿائيليند ۽ ٻين ايشيائي ملڪن تائين پکڙيو. هينئر دنيا ۾ ٻُڌ ڌرم مجيندڙن جو تعداد تقريباً 38 ڪروڙ آهي.

ٻُڌ ڌرم جا ٽي وڏا مڪتبِ فڪر آهن، 1- مهايان 2- هنايان 3- وجريان.

**مهايان:** مهايان گوتم ٻُڌ کي ديوتا جو درجو ڏين ٿا، ڀڪشوئن واري زندگي کي گهٽ اهميت ڏني وڃي ٿي، ماڻهو عام گهريلو زندگي گذارڻ پسند ڪن ٿا.

**هنايان:** هن مڪتبِ فڪر وارا روايت پسند ۽ اصولن تي پڪي طرح عمل ڪرڻ وارا هوندا آهن، غير اخلاقي ڪمن کي گناهه سمجهندا آهن.

**وجريان:** هن فرقي وارا مقامي مسلڪن کان متاثر ٿيل گروئن کي وڏو درجو ڏيندڙ آهن. انهي مڪتب فڪر وارن جو تبت، چين، بنگال ۽ بِهار ۾ وڏو اثر آهي.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. ٻُڌ ڌرم جي مجيندڙن کي ڇا سڏبو آهي؟
2. ٻُڌ ڌرم جا خاص ڌرمي ڪتاب ڪهڙا آهن؟
3. گوتم ٻُڌ پنهنجي پهرئين خطبي ۾ ڇا جو ذڪر ڪيو آهي؟
4. ٻُڌ ڌرم کي ڦهلائڻ لاءِ ڪهڙي بادشاهه وڏ ۾ وڏ ڪوششون ڪيون؟
5. ٻُڌ ڌرم جا ٽي خاص مڪتبِ فڪر ڪهڙا آهن؟

### (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. هينئر دنيا ۾ ٻُڌ ڌرم مجيندڙن جو تعداد .................. جي لڳ ڀڳ آهي.
2. گوتم ٻُڌ جي چوڻ مطابق هي دنيا .................. ۽ .................. آهي.

3. وچٿري وات ................... اصولن تي ٻڌل آهي.

4. اشوڪ اعظم ٻُڌ ڌرم جا ...................... ۽ ................. تعمير ڪرايون.

5. مهايان مڪتبِ فڪر وارا گوتم ٻُڌ کي استاد بدران .............. جو درجو ڏين ٿا.

(ج) جملي کي مڪمل ڪرڻ لاءِ حصي "الف" کي حصي "ب" سان ملايو:

| حصو- الف | حصو- ب |
|---|---|
| • ٻُڌ ڌرم جو بنياد | ڪري پيدا ٿين ٿا. |
| • ڏک خواهشن جي | اشٽانگ مارگ بہ سڏبو آهي. |
| • وچٿري وات جي اصولن کي | ڇهين صدي قبل مسيح ۾ پيو. |
| • هنايان مڪتب فڪر وارا | چين جي علائقي تبت تي آهي. |
| • وجريان مڪتَب وارن جو گهڻو اثر | روايت پسند ۽ اصولن جا پڪا هوندا آهن. |

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ڪرمن | اعمالن، ڪيل ڪمن |
| مراقبو | هر شيءِ ڇڏي مالڪ جو ڌيان ڪرڻ |
| اُتم | اعليٰ، اوچو |
| مڪتبِ فڪر | نظريو رکندڙ گروپ |
| امين | امانت رکڻ وارو |
| مسلڪ | نظرياتي رستو، گروهہ، فرقو |
| مثبت | هاڪاري |
| گروئن | مذهبي استادن، پيشوائن |
| ق.م | قبل مسيح |

باب ٽيون

# اخلاق ۽ ادبَ

**اخلاقيات:** اهو علم اسان کي اهڙا اصول ۽ ضابطا سيکاري ٿو، جن تي عمل ڪرڻ سان اسين هڪ پُرامن ۽ سُکي زندگيءَ گذاري سگهون ٿا.

**اخلاقي قدر:** اهڙا اعليٰ انساني گُڻ ۽ ماپا، جن سان اسان کي خبر پوي ٿي تہ صحيح ڇا آهي؟ غلط ڇا آهي؟ اسان جي زندگيءَ ۾ انهن جي ڪهڙي اهميت آهي.

سچ ڳالهائڻ، ايمانداري، فرمان برداري، سهپ ۽ مائٽن، پاڙيسرين، بزرگن، استادن ۽ هم ڪلاسين جي عزت ڪرڻ اُهي اعليٰ اخلاقي قدر آهن جن تي عمل ڪرڻ سان سماج ۾ سهپ ۽ سڪون، خوشيءَ ۽ خوشحاليءَ ۾ واڌارو ٿئي ٿو.

هن باب ۾ اخلاق ۽ ادب جي سکيا لاءِ جيڪي سبق شامل ڪيا ويا آهن، اهي هي آهن: والدين ۽ مائٽن جو احترام، استادن ۽ هم ڪلاسين جو احترام ۽ سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ.

اهي سبق پڙهڻ سان هيٺين ڳالهين جي نشاندهي ٿئي ٿي: مائٽن جو بنا بحث ۽ تڪرار جي چيو مڃڻ، زندگيءَ ۾ تبديلي آڻيندڙ استاد آهن، هم ڪلاسي محنت ڪرڻ ۾ اُتساهہ پيدا ڪندڙ آهن، استاد ۽ هم ڪلاسين جي لاءِ عزت ۽ احترام جو مظاهرو ڪرڻ ۽ عام زندگيءَ ۾ سچائيءَ توڙي ايمانداريءَ واري وهنوار جي تمام گهڻي اهميت آهي.

# والدين ۽ مائٽن جو احترام

**سکيا جي حاصلات**

- اخلاقيات کي بيان ڪري سگهندا.
- اعليٰ اخلاقي قدرن جي باري ۾ بيان ڪري سگهندا.
- مائٽن جو بغير بحث ۽ تڪرار چيو مڃڻ جي عادت پيدا ٿيندي.
- انهن ۾ سمجهداري پيدا ٿيندي ته ڪٽنب تحفظ جو احساس ڏياري ٿو.
- سمجهداري پيدا ٿيندي ته ڪٽنب کي قائم ۽ مضبوط رکڻ لاءِ انهن ۾ باهمي عزت ۽ سهپ جو مادو رکڻ لازمي آهي.

اخلاقيات جو اُستاد ٻارن کي اخلاقيات جي باري ۾ سمجهائڻ ڏيڻ کان پوءِ "مائٽن جو ادب" بابت هڪ آکاڻي ٻڌائي ٿو.

ڪجهه وقت اڳي هڪ ڳوٺ ۾ ميرڻ نالي هڪ نوجوان پنهنجي ڪٽنب سان گڏ رهندو هو، ڪيس ٻه ٻار ڌيءَ ۽ پُٽ هئا، پٽ جو نالو اَجيت ۽ ڌيءَ جو نالو پُوڄا هو. ميرڻ پر واري شهر ۾ نوڪري ڪندو هو، هو صبح جو بس ذريعي آفيس ويندو هو ۽ شام جو گهر موٽي ايندو هو. بس جو سفر ڏاڍو ٿڪائيندڙ هو، روزانو سفري تڪليفن کان بچڻ ۽ ٻارن جي تعليم لاءِ هن گڏيل ڪٽنب کان ڌار ٿي شهر ۾ رهڻ جو فيصلو ڪيو. مائٽن هن کي ڪٽنب کان ڌار ٿيڻ ۽ شهر ۾ رهڻ کان منع ڪئي ان جي باوجود به هن شهر ۾ هڪ جاءِ مسواڙ تي ورتي ۽ پنهنجن ٻن ٻارن ۽ زال سان گڏ ان ۾ رهڻ شروع ڪيو.

شهر ۾ رهندي انهن کي ست مهينا ٿي چڪا هئا، هاڻي انهن کي گهر جا سمورا ڪم پاڻ ڪرڻا پوندا هئا. ميرڻ کي روزانو ٻارن کي اسڪول ڇڏي اچڻ ۽

وري موڪل ڪان پوءِ واپس وني اچڻ، گهر جو سيڌو سامان وغيره خريد ڪري آڻڻا پوندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ڪيس موٽر، فرج يا استري خراب ٿيڻ تي انهن جي مرمت ڪرائي اچڻي پوندي هئي. ڪيس شهر ۾ هر شيءِ مهانگي اگهه تي خريد ڪرڻي پوندي هئي، هن جي سڄي پگهار گهر جي مسواڙ، ٻارن جي پڙهائي، گئس، بجلي ۽ پاڻيءَ جي بلن ۽ روزمره جي ٻين خرچن جي ڪري ختم ٿي ويندي هئي. پگهار مان هڪ روپيو به بچت تي نه سگهندو هو.

اتفاق سان هڪ ڏينهن سندس ڏيءَ سخت بيمار ٿي پئي، تنهنڪري هن کي اسپتال جي ”انتهائي نگهداشت“ واري شعبي ۾ داخل ڪيو ويو. هڪ رات ميرڻ انهي شعبي جي ٻاهران بينچ تي ڏاڍو ڏکارو ويٺل هو. سندس گذريل هفتو ننڊ کان سواءِ گذريو هو. ڏينهن واري وقت ۾ هو پنهنجي آفيس واري ڪم تي به پورو ڌيان ڪونه ڏيئي سگهيو هو. سندس طبيعت چيڙاڪ ٿي پئي هئي، آرام جو موقعو نه ملڻ ڪري سندس ڪارڪردگي تي به برو اثر پئجي رهيو هو. اهڙي حالت ۾ بينچ تي ويٺي ويٺي هن کي ڳوٺ ۾ گڏيل ڪٽنب ۾ گذاريل ڏينهن ياد اچڻ لڳا. گڏيل ڪٽنب ۾ سڪون ۽ ننڊڙين ننڊڙين خوشين وارا منظر هن جي اکين آڏو ڦرڻ لڳا، گهر ۾ ننڍڙن ٻارن کي سندن ڏاڏو، ڏاڏي ۽ ٻيا گهرڀاتي پيار سان پيا ڪيڏائيندا هئا. اگهائي سگهائي ۾ ڀائر ۽ اَمان انهن کي ڊاڪٽر وٽ وٺي وڃي علاج ڪرائي ايندا هئا. پينرون پڻ انهن جو هر طرح خيال رکنديون هيون. گهر واري کي به پنهنجي حصي ۾ آيل ٿورو ڪم ڪرڻو پوندو هو. ڪيس آرام لاءِ ڪافي وقت ميسر هوندو هو، اهڙي نموني جاڳندي ۽ ننڊ ڪندي اچي صبح ٿيو، صبح جو سندس گهر واري ناشتو ۽ چانهه ڪٽي آئي. ٻئي زال مڙس ٻاهر پارڪ جي هڪ بينچ تي ويهي ناشتو ڪري پاڻ ۾ ڳالهائڻ لڳا، سندس زال چوڻ لڳي، رات مون کي به پوري ننڊ ڪونه آئي آهي، گهر ۾ هر وقت اڪيلائي ۽ ڊپ محسوس ٿيو ته متان ڪو چور اچي نه وڃي. هاڻي مون کي احساس ٿيو آهي ته گڏيل ڪٽنب ۾ ماڻهو ڪيڏو نه ٻي اونو هوندو آهي، ڪٽنب هڪ ڇٽي وانگر هوندو آهي، جنهن جي هيٺان هر ڪنهن کي تحفظ جو احساس ٿيندو آهي، تنهن تي ميرڻ به چوڻ لڳو ته بلڪل! گڏيل ڪٽنب جا ڪيئي فائدا آهن. وڏن مائٽن جي هئڻ ڪري هر ڀاتي حياءَ ۾ رهي ٿو، ٻارن جي صحيح طرح سان اخلاقي

تربيت ٿئي ٿي. وڏا مائٽ دُعا جا در آهن، انهن جو چوڻ ڪڏهن به غلط ڪونه هوندو آهي، تنهنڪري هر ڀاتيءَ کي بنا ڪنهن بحث ۽ تڪرار جي سندن چيو مڃڻ گهرجي، انهن جو احترام ڪرڻ گهرجي، اسين مائٽن جا وارث آهيون. اسان جي زندگي اسان جو بدن، رنگ، روپ ۽ عادتون مائٽن کان ورثي ۾ مليل آهن.

اسان کي پنهنجي ڪٽنب جي ڀاتين جو احترام ڪرڻ گهرجي، هر ڪنهن جي حصي، حق ۽ ضرورتن جو خيال رکڻ گهرجي. اسان کي پاڻ ۾ سهپ جو مادو رکڻ گهرجي ته جيئن اسان جو ڪٽنب قائم، دائم ۽ مضبوط رهي. اسان جو ڪٽنب شال سدا آباد ۽ خوشحال رهي!

ائين سوچيندي ٻنهي جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو ۽ ٻنهي گڏجي فيصلو ڪيو ته ڏيءَ جي صحت بحال ٿيڻ بعد اهي وري واپس ڳوٺ ويندا ۽ پنهنجي گڏيل ڪٽنب جو حصو بڻجندا.

## سبق جو خلاصو

ميرڻ نالي هڪ نوجوان پنهنجي گڏيل ڪٽنب ۾ رهندو هو، سفري تڪليفن ۽ ٻارن جي پڙهائي جي ڪري هن ٻارن سان گڏ شهر ۾ رهڻ شروع ڪيو، شهر ۾ هن جا خرچ وڌي ويا هئا. ڪيس گهر جو سمورو ڪم ڪرڻو پوندو هو. اتفاق سان هڪ ڏينهن هن جي ڌيءَ کي شديد بيماري جي ڪري اسپتال ۾ داخل ڪرائڻو پيو، گهر جي ڪمن ڪارين ۽ مريض جي سار سنڀال جي ڪري سندس آفيس وارو ڪم متاثر ٿيڻ لڳو. تنهن ڪري زال ۽ مڙس کي احساس ٿيو ته گڏيل خاندان ۾ رهڻ وڌيڪ فائديمند آهي. ۽ پوءِ هنن گڏيل ڪٽنب سان رهڻ جو فيصلو ڪيو.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. اخلاقيات جي علم حاصل ڪرڻ سان اسان کي ڪهڙو فائدو ٿئي ٿو؟
2. پنجن اعليٰ انساني گڻن جا نالا ٻڌايو.
3. گڏيل ڪٽنب ۾ رهڻ جا ڪهڙا فائدا آهن؟

4. ميرڻ ۽ سندس زال وري گڏيل ڪٽنب ۾ رهڻ جو فيصلو ڇو ڪيو؟
5. پنهنجي ڪٽنب کي قائم ۽ مضبوط رکڻ لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

## (ب) هيٺيان خال پريو:

1. گڏيل ڪٽنب ۾ ميرڻ جي زندگي ................. گذري رهي هئي.
2. شديد بيماري جي ڪري ميرڻ جي ڌيءَ کي اسپتال جي .......... واري شعبي ۾ داخل ڪرايو ويو.
3. آرام نه ڪرڻ ڪري ميرڻ جي ................ تي برو اثر پوڻ لڳو هو.
4. گڏيل ڪٽنب ۾ وڏن مائٽن جي هئڻ ڪري هر پاتي ۾ ......... جو احساس ٿيندو آهي.
5. اسان کي وڏن مائٽن جو بنا بحث ۽ تڪرار جي ................. مڃڻ گهرجي.

## (ج) صحيح جملي جي سامهون "✓" ۽ غلط جملي جي سامهون "X" جي نشاني لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| • شهر ۾ رهڻ دوران ميرڻ جي پگهار مان ڪافي بچت ٿيندي هئي. | | |
| • سندس زال کي گڏيل ڪٽنب ۾ گهڻو ڪم ڪرڻو پوندو هو. | | |
| • اسان کي پنهنجي حياتي، رنگ روپ ۽ عادتون مائٽن کان ورثي ۾ ملنديون آهن. | | |
| • گڏيل ڪٽنب ۾ هر ڪنهن جي حصي، حق ۽ ضرورتن جو خيال رکڻ گهرجي. | | |
| • ڌيءَ جي نيڪ ٿيڻ تي انهن شهر ۾ رهڻ جو فيصلو قائم رکيو. | | |

- ”اسين گڏيل ڪٽنب ۾ سُکي ۽ پُرسڪون زندگي گذاري سگھون ٿا“ جي موضوع تي ڪلاس ۾ بحث مباحثي جو اهتمام ڪري.
- شاگرد ۽ شاگردياڻين کي ”گڏيل ڪٽنب ۾ رهڻ جا فائدا“ تي هڪ مضمون لکي اچڻ لاءِ چوي.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| منظر | ڏيک |
| سهپ جو مادو | برداشت، سهڻ وارو گڻ |
| نگھداشت | خبرداري، سارسنڀال |
| شعبي | حصي، يونٽ، ايڪي |
| تحفظ | بچاءُ |
| اونو | فڪر |
| بحث مباحثو | خيالن جي ڏي وٺ |
| باهمي | پاڻ ۾، هڪٻئي جي وچ ۾ |

# استادن ۽ هم ڪلاسين جو احترام

**سکيا جي حاصلات**

- انهن ۾ سمجهداري ٿيندي تہ سندن حياتي ۾ تبديلي آڻيندڙ اُستاد آهن.
- انهن ۾ سمجهداري ٿيندي تہ سندن هم ڪلاسي انهن ۾ مقابلي ۽ محنت جو اتساهہ پيدا ڪندڙ آهن.
- اهي استادن ۽ هم ڪلاسين لاءِ عزت ۽ احترام جو مظاهرو ڪندا.

”بابا آءٌ هن اسڪول ۾ ڪونہ پڙهندس، منهنجو هن اسڪول مان نالو ڪيرايو“، نهال پنهنجي پيءُ کي چيو.

”پُٽ! اڄ ڇا ٿيو آهي جو اوهان ايڏا ناراض ٿيا آهيو“، پيءُ پڇيو.

”حساب پڙهائيندڙ استاد مون کي حسابن واري پيپر ۾ بہ مارڪون گهٽ ڏنيون آهن، انهيءَ ڪري منهنجو ڪلاس ۾ پهرئين نمبر بدران ٻيو نمبر آيو آهي. پهريون نمبر منهنجي هم ڪلاسي راشد کي مليو آهي، اها مون سان سراسر ناانصافي آهي، استاد رياڪاري ڪئي آهي“. نهال هڪ ساهيءَ ۾ چئي ويو.

”پٽ! استادن لاءِ ائين ڪونہ چئبو آهي، انهن جو درجو مائٽن کان بہ مٿاهون آهي، ڇاڪاڻ تہ مائٽ پنهنجي اولاد جي رڳو پالنا ڪن ٿا پر اُستاد انهن کي بهتر انسان ۽ ڪارگر شهري بڻائين ٿا، اُهي علم ڏيڻ سان گڏوگڏ بااخلاق ۽ باهنر پڻ بڻائين ٿا. اهڙيءَ طرح اُهي سندن زندگين ۾ تبديلي آڻين ٿا. اسان کي استادن جي نيت يا ڪردار تي ڪڏهن بہ شڪ نہ ڪرڻ گهرجي“، اهڙي طرح ناٿو پنهنجي ڪاوڙيل پٽ نهال کي سمجهايو پئي تہ ان دوران ڪيس اسڪول جي هيڊ ماستر جي فون اچي وئي. هيڊ ماستر چيو تہ نهال پنهنجي ٻي پوزيشن اچڻ تي استاد سان ڪجهہ کهرو ڳالهائي ڪاوڙجي ويو آهي. اوهان سڀاڻي وقت ڪڍي

نهال سان گڏ اسڪول اچو تہ اوهان کي نهال ۽ راشد جون جوابي ڪاپيون ڏيکاريون، اوهان پاڻ ڏسو تہ استاد انصاف سان مارڪون ڏنيون آهن يا نہ؟

ٻئي ڏينهن ناٿو پنهنجي پٽ نهال سان گڏ اسڪول ويو، هيڊ ماستر حساب پڙهائيندڙ استاد کي نهال ۽ راشد جون جوابي ڪاپيون آڻڻ لاءِ چيو. استاد انهن ٻنهي جون ڪاپيون آڻي ناٿو کي ڏيکاريون. ٻنهي ڪاپين ۾ لکيل هر جواب تي ڏنل مارڪون چيڪ ڪيون ويون تہ معلوم ٿيو تہ راشد سڀ حساب صحيح طرح سان حل ڪيا هئا پر نهال جي هڪ جواب ۾ ٿوري غلطي هئي تنهنڪري اُستاد هن کي ٻہ مارڪون گهٽ ڏنيون هيون، اهو ڏسي نهال کي پنهنجي غلطيءَ جو شديد احساس ٿيو، هن پنهنجي اُستاد صاحب، هيڊ ماستر صاحب ۽ والد صاحب کان معافي ورتي، انهن سڀني هن کي معاف ڪري ڇڏيو.

هيڊ ماستر نهال کي وري هدايت ڪندي چيو تہ اوهان کي پنهنجن استادن جي سدائين عزت ڪرڻ گهرجي، هر استاد پنهنجي هر شاگرد جو ڀلو چاهيندڙ هوندو آهي، جهڙي طرح هاري چاهيندو آهي تہ سندس پوکيل سَلو سنو ڦَل ڏيئي تيئن اُستاد بہ چاهيندو آهي تہ هن جو هر شاگرد سُٺو شهري بڻجي، پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪري. استادن سان گڏوگڏ اوهان کي پنهنجي هم ڪلاسين سان عزت ۽ محبت سان پيش اچڻ گهرجي. اُهي جڏهن محنت ڪري امتحان ۾ سنيون مارڪون کڻن ٿا تہ اوهان ۾ بہ مقابلي ۽ محنت لاءِ اُتساهہ پيدا ٿئي ٿو.

اسڪول ۾ پڙهائي ۽ ٻين هم نصابي سرگرمين ۾ هر شاگرد کي "رانديگر واري جذبي" جو مظاهرو ڪرڻ گهرجي، راند ۾ هار ٿئي تہ اها خوشيءَ سان قبول ڪرڻ گهرجي، ۽ جيڪڏهن جيت ٿئي تہ خوشي اهڙي نموني ملهائڻ گهرجي جو هارايل جي دل نہ ڏکوئجي. ساڳئي نموني پڙهائيءَ ۾ مقابلي دوران پنهنجن هم ڪلاسين سان رنگ، نسل ۽ ڌرم جي فرق کانسواءِ عزت ۽ احترام سان پيش اچڻ گهرجي. اوهان کي وقت جو قدر ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجن هم ڪلاسين جي پڙهائيءَ ۾ مدد ڪرڻ گهرجي.

نهال هيڊ ماستر جي هدايتن کي ڌيان سان ٻڌو ۽ عهد ڪيو تہ هو سدائين پنهنجن استادن ۽ هم ڪلاسين جو احترام ڪندو.

## سبق جو خلاصو

نهال ساليانيءَ امتحان ۾ ٻيو نمبر ڪنيو، جڏهن تہ هن جي هم ڪلاسي راشد پهريون نمبر ڪنيو هو، انهيءَ ڳالهہ تي نهال استاد کان ناراض ٿي گهر وڃي پنهنجي پيءُ کي شڪايت ڪئي ۽ چيائين تہ هو هن اسڪول ۾ ڪونہ پڙهندو، هن جي پيءُ هن کي سمجهايو تہ ائين ڪونہ ڪبو آهي. استادن جو درجو مائٽن کان بہ مٿاهون هوندو آهي، اسڪول ۾ جوابي ڪاپيون چڪاسڻ کان پوءِ نهال کي پنهنجي غلطي جو احساس ٿيو ۽ هن پنهنجي استاد، هيڊ ماستر ۽ والد کان معافي ورتي.

آخر ۾ هيڊ ماستر هن کي هدايت ڪئي تہ شاگردن کي پنهنجي استادن ۽ هم ڪلاسين جو سدائين احترام ڪرڻ گهرجي.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. نهالُ اسڪول کان ڪهڙي ڳالهہ تي ڪاوڙجي گهر آيو هو؟
2. اسڪول جي هيڊ ماستر نهال جي پيءُ ناٿو کي فون ڪري ڇا چيو؟
3. هيڊ ماستر نهال کي ڪهڙيون هدايتون ڪيون؟
4. شاگردن کي پڙهائي توڙي راندين ۾ ڪهڙو جذبو رکڻ گهرجي؟
5. شاگردن کي پڙهائي ۾ مقابلي ۽ محنت ڪرڻ لاءِ اُتساهہ ڪٿان ملي ٿو؟

### (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. ساليانيءَ امتحان ۾ راشد ............... نمبر ڪنيو هو.
2. شاگردن جي زندگين ۾ تبديلي آڻيندڙ .................. هوندا آهن.
3. نهال جي جوابي ڪاپي جي هڪ جواب ۾ ............ ٿيل هئي.
4. غلطيءَ جو احساس ٿيڻ تي نهال سيني کان ........... ورتي.
5. اسان کي راند ۾ هار کي .................. سان قبول ڪرڻ گهرجي.

(ج) جملي کي مکمل ڪرڻ لاءِ حصي ”الف“ کي حصي ”ب“ سان ملايو:

| حصو- الف | حصو- ب |
|---|---|
| • استاد جو درجو<br>• استاد هميشہ شاگردن جو<br>• استادن جو ادب ڪرڻ سان گڏوگڏ شاگردن<br>• راند ۾ هر رانديگر کي پنهنجي هار<br>• جيت جي خوشي اهڙي نموني ملهائجي | پيلو چاهيندڙ هوندو آهي.<br>خوشي سان قبول ڪرڻ گهرجي.<br>مائٽن کان بہ متاهون هوندو آهي.<br>جو هارايل رانديگر جي دل نہ ڏکوئجي.<br>کي پنهنجن هم ڪلاسين جو احترام ڪرڻ گهرجي. |

- استاد شاگردن ۾ ”استاد جو احترام ڪرڻ“ جي موضوع تي هڪ تقريري مقابلي جو اهتمام ڪرائي.
- استاد شاگردن کي ”هم ڪلاسي اُتساهہ جو باعث آهن“ تي هڪ مضمون لکڻ لاءِ چوي.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| رياڪاري | ڏيکاءُ، طرفداري |
| کَهرو | تکو، ڪاوڙ وارو |
| چيڪ ڪرڻ | چڪاس ڪرڻ، ڌيان سان ڏسڻ |
| سَلو | ننڍو ٻوٽو |
| ڦَل | ميوو، اُجورو |
| هم نصابي سرگرميون | ڪورس ۾ پڙهائي سان گڏ ٻيون سرگرميون |
| اُتساهہ | جوش جذبو، شوق |
| عهد ڪرڻ | پڪو ارادو ڪرڻ |

# سچائي ۽ ايمانداري

**سکيا جي حاصلات**

- ڄاڻندا تہ سچائي ۽ ايمانداري هم معنيٰ لفظ آهن.
- ڄاڻندا تہ عام زندگيءَ ۾ سچائي ۽ ايمانداري واري معاملي جي وڏي اهميت آهي.
- عظيم ماڻهن جي سچائي واري ڪردار مان اتساهہ حاصل ڪري سگهندا.
- سمجهندا تہ هر مذهب ايمان ۽ سچائي جي ترغيب ڏئي ٿو.
- انهن جو هن ڳالهہ تي يقين وڌندو تہ سچائي ۽ ايمانداري جو نتيجو سدائين سٺو نڪرندو آهي.

هڪ ڏينهن ڪلاس ۾ داخل ٿيندي اُستاد شاگردن کي چيو تہ آءٌ اوهان کي اڄ سچائي ۽ ايمانداري بابت هڪ آکاڻي ٻڌايان ٿو.

پيارا ٻارؤ! ٿر ۾ مينهوئي نالي هڪ ڳوٺ هوندو هو، هتان جي ماڻهن جي ڪرت مال چارڻ ۽ باراني کيتي هوندي هئي، هتان جا نوجوان وڏن شهرن ۾ ڪي سيٺين وٽ نوڪري ڪندا هئا تہ ڪي وري دڪانن ۽ وري گهرن ۾ نوڪر هوندا هئا، هن ئي ڳوٺ جو هڪ نوجوان سَتو ڪراچي جي هڪ سيٺ وٽ ڊرائيور طور نوڪري ڪندو هو.

هڪ دفعي سيٺ جي وڏي ڌيءُ ۽ نياڻو پنهنجن ٻن ٻارن سميت ڏکڻ آفريڪا کان پاڪستان گهمڻ جي لاءِ آيا، انهن جو ڏکڻ آفريڪا جي شهر جوهانسبرگ ۾ وڏو ڪاروبار هو، اُهي هتي تقريباً هڪ مهينو رهڻ کان پوءِ وري واپس ڏکڻ آفريڪا روانا ٿي ويا، سَتو انهن کي ڪار ۾ ايئرپورٽ تائين ڇڏڻ لاءِ ويو، ٻئي ڏينهن سيٺ جي نياڻيءَ جو سيٺ کي فون آيو تہ هن جو هڪ

سونو ڪنگڻ گهر ۾ رهجي ويو آهي. سيٺ وارن ڪنگڻ کي سڄي گهر ۾ تلاش ڪيو، انهن ڪار ۾ به ڪنگڻ جي ڳولا ڪئي پر ڪنگڻ ڪٿي به ڪونه مليو، ڳالهه آئي ويئي ٿي ويئي، مهيني ڪان پوءِ هڪ ڏينهن سَتي ڪار ڌوئڻ جو خيال ڪيو، هن جيئن ئي ڪار جا پائدان ٻاهر ڪڍيا ته ڪيس سونو ڪنگڻ نظر آيو. ڪنگڻ ملڻ تي هن کي ڏاڍي خوشي ٿي ته "هي ڪنگڻ وڪڻڻ سان مون کي پورا اڍائي لک روپيا ملندا. منهنجي ته موج ٿي ويئي." هي سندس نفس جو آواز هو. بلڪل انهيءَ گهڙيءَ هن جي منَ اندر ڪان آواز آيو. "هي پئسا ڪيترا ڏينهن هلندا، هي ڪنگڻ ته سيٺ جي ڌيءُ جو آهي، مون کي يڪدم اهو وڃي سيٺ کي ڏيڻ گهرجي، مون کي سچ ڳالهائڻ گهرجي، منهنجي مائٽن پڻ هتي موڪلڻ مهل مون کي سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان هلڻ جي هدايت ڪئي هئي." اهو هن جي ضمير جو آواز هو. هن پنهنجي ضمير جي آواز تي عمل ڪندي اهو ڪنگڻ وڃي سيٺ کي ڏنو. سيٺ هن جي سچائي ۽ ايمانداري ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پنهنجي کيسي مان ڪافي سارا نوٽ ڪڍي ڪيس ڏيڻ لڳو. پر سَتي اهي پئسا وٺڻ ڪان انڪار ڪري ڇڏيو، "اوهان جو اعتماد ئي منهنجو اصلي انعام آهي." ستي چيو.

سَتي جي سچائي ۽ ايمانداري سيٺ ۽ سندس گهر وارن جي دل ڪٽي ورتي. ڪجهه سالن ڪان پوءِ جڏهن ڳوٺ ۾ سَتي جي شادي ٿي تڏهن سيٺ پنهنجن ٻارن ٻچن سميت شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ هن جي ڳوٺ آيو، هن جي ڏکڻ آفريڪا واري ڌيءُ پنهنجي ور ۽ ٻن ٻارن سميت خاص طور تي هن جي شادي ۾ شرڪت ڪئي، انهن هن جي شاديءَ جو سڄو خرچ پاڻ ڪيو، گهوٽ ۽ ڪنوار کي قيمتي ڪپڙا ۽ زيور پڻ تحفي طور ڏنا.

استاد شاگردن کي سَتي جي سچائي ۽ ايمانداري واري سچي ڪهاڻي ٻڌائڻ ڪان پوءِ چيو ته:

پيارا ٻارؤ! سچائي ۽ ايمانداري هم معنيٰ لفظ آهن، سچائي ۽ ايمانداري سان وهنوار ڪرڻ سان سماج ۾ سڌارو ۽ واڌارو ٿئي ٿو. ماڻهو سک ۽ چين سان رهن ٿا، سماج ۾ ترقي ۽ خوشحالي اچي ٿي. دنيا جي سيني وڏن مذهبن ۾ ڌرمن سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان وهنوار ڪرڻ جو درس ڏنو آهي. دنيا جي عظيم ماڻهن جي زندگين مان به اسان کي اهوئي سبق ملي ٿو. تنهنڪري اسان کي سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ کي هر حالت ۾ مقدم رکڻ گهرجي.

## سبق جو خلاصو

ٺر جي هڪ ڳوٺ مينهوئي جو سَتو نالي هڪ نوجوان ڪراچي جي سيٺ وٽ ڊرائيور طور نوڪري ڪندو هو. هن سيٺ جي ڌيءُ جو وڃايل سونو ڪنگڻ لڌو، هن اهو ڪٽي سيٺ کي ڏنو، سيٺ سندس سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ تي ڏاڍو خوش ٿيو، جڏهن هن جي شاديءَ تي تہ سيٺ سندس شاديءَ جو سمورو خرچ برداشت ڪيو ۽ ڪيس ڪيئي قيمتي تحفا ڏنا.

سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ جو نتيجو سنو نڪرندو آهي، تنهنڪري اسان کي هردم سچار ۽ ايماندار رهڻ گهرجي.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. ڳوٺ مينهوئي جي ماڻهن جي ڪِرت ڪهڙي هئي؟
2. سيٺ جي نياڻي ۽ نياڻو ڪٿي ڪاروبار ڪندا هئا؟
3. سيٺ جي ڌيءُ جو وڃايل ڪنگڻ ڪنهن ۽ ڪٿان لڌو؟
4. سيٺ جي ڊرائيور سَتو کي سندس سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ جو ڪهڙو ڦَل مليو؟
5. دنيا جي سڀني وڏن ڌرمن ۽ مذهبن ڪهڙو درس ڏنو آهي؟

### (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. سيٺ جي ڌيءُ ................. کان پاڪستان آئي هئي.
2. سونو ڪنگڻ ڪار جي .................. جي هيٺان مليو.
3. سَتي جي مائٽن هن کي نوڪريءَ تي موڪلڻ مهل .......... ۽ .............. سان هلڻ جي هدايت ڪئي هئي.
4. اوهان جو اعتماد ئي منهنجو .................. آهي.
5. سيٺ وارن گهوٽ ۽ ڪنوار کي قيمتي .......... ۽ .............. تحفي طور ڏنا.

(ج) صحيح جملي جي سامهون "✓" ۽ غلط جملي جي سامهون "X" جي نشاني لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| • سَتو سيٺ وٽ بورچي طور نوڪري ڪندو هو. | | |
| • سيٺ جي ڏيءُ پورا ٻه مهينا ڪراچي ۾ رهي. | | |
| • سَتي ضمير جي آواز تي عمل ڪيو. | | |
| • سيٺ سَتي کي ويهه هزار روپيه انعام ڏنو. | | |
| • سيٺ جي نياڻيءَ سَتي جي شاديءَ ۾ شرڪت ڪئي. | | |

استادن لاءِ سرگرمي

- استاد، شاگردن ۽ شاگردياڻين کي هدايت ڪري تہ اُهي ايندڙ ڏينهن سچائي ۽ ايمانداريءَ بابت چوڻيون لکي اچن، ٻئي ڏينهن چونڊ چوڻيون چارٽ تي ڇهتائي ڪلاس روم جي پٽ تي لڳائين.
- استاد، شاگردن ۽ شاگردياڻين کان انهن جي ڪيل سچائي ۽ ايمانداريءَ وارن عملن بابت معلوم ڪري.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ڪِرت | ڌنڌو، پيشو |
| باراني ڪيتي | برسات تي ٿيندڙ پوک |
| ضمير | ڀلائي وارن ڪمن ڏانهن مائل ڪندڙ اندروني طاقت |
| اعتماد | ڀروسو |
| تحفي | سوکڙي |
| هم معنيٰ | ساڳي مطلب يا مفهوم وارا |
| وهنوار | سلوڪ |
| چَين | سڪون |
| درس | سبق |
| مقدم | اوچو، مٿاهون |

# شخصيتون

ڪجھ شخصيتون پنهنجي ذات ۾ ڪامل هجڻ سان گڏوگڏ ٻين ماڻهن جي ڪردار ۽ سيرت مٿان بہ هاڪاري اثرَ ڇڏيندڙ هونديون آهن جيڪي پنهنجي ديني، تبليغي، علمي، سياسي توڙي ثقافتي نوعيت جي اهم خدمتن جي پيش نظر عوام ۾ بي حد مقبول هونديون آهن.

اهڙيون مشهور شخصيتون قومن لاءِ هڪ نموني ۽ مثال جي حيثيت رکن ٿيون، انهن جي زندگيءَ جا احوال پڙهي ماڻهن جي دل ۾ سندن لاءِ عقيدت، احترام ۽ محبت جا جذبا پيدا ٿي پوندا آهن، گڏوگڏ انهن جي تجربن ۽ مشاهدن تي عمل ڪري ٻيا ماڻهو ايندڙ زماني ۾ ترقي ۽ ڪاميابي ماڻڻ جي لائق بڻجي پوندا آهن.

اهڙين معزز ترين شخصيتن مان شري ڪرشن ڀڳوان ۽ مهاتما گوتم ٻُڌ بہ آهن، هن سبق ۾ سندن پاڪيزه زندگيءَ، سچ لاءِ ڏنل قربانين، ڌرمن جي اوسر، زندگيءَ جي سفر ۽ سندن تعليمات کي بيان ڪيو ويو آهي.

# شري ڪرشن ڀڳوان

**سکيا جي حاصلات**

- سمجهندا تہ هندو شري ڪرشن ڀڳوان کي مالڪِ حقيقي جو عظيم اوتار سمجهن ٿا.
- مختصر ڄاڻي سگهندا تہ ڪرشن ڀڳوان اوتار جي روپ ۾ سچي ۽ بي داغ محبت جو تحفو ڏنو.
- ڄاڻندا تہ ڪرشن ڀڳوان ميدان جنگ ۾ پنهنجي پوئلڳ ارجن کي گيتا جو گيان ڏنو جيڪو پوري انسانيت آهي.
- سمجهي سگهندا تہ گيتا ٻين ڳالهين سان گڏ بي غرض ٿي خدمت ڪرڻ تي زور ڏئي ٿي.
- سمجهندا تہ ٻين جي ڪم کي چڱي ريت ڪرڻ کان پنهنجو اڌورو ڪم ڪرڻ وڌيڪ بهتر آهي. (ريفرنس 3:35، 18:47
- سمجهي سگهندا تہ پنهنجي پاڻ کي مالڪِ حقيقي جي مرضيءَ حوالي ڪرڻ سيني برائين کان بچائي ٿو.
- ڄاڻندا تہ گيتا، ويدن، اپنيشد ۽ برهم سترا جو سار/تت آهي؟
- ڄاڻي سگهندا تہ ذات، رنگ ۽ جنس جي فرق بغير هرڪنهن ماڻهو کي شريمد ڀڳود گيتا جي مطالعي جو حق آهي.

هندو ڌرم جي عقيدي مطابق شري ڪرشن ڀڳوان کي وشنو ڀڳوان جو اٺون اوتار ڪري مڃيو وڃي ٿو. ڪرشن کي 'ڪرشڻ' بہ لکيو ويندو آهي. هن جو جنم اڄ کان اٽڪل 5200 سال اڳ هندو ڪيلينڊر مطابق بڌي مهيني جي اٺين تاريخ (اونداهو پکش) آڌي رات مهل مترا جي راجا ڪنس جي جيل ۾ ٿيو. راجا ڪنس کي ڏپ هو تہ سندس ڀيڻ ديوڪي ۽ ڀيڻويي واسُديو جو اٺون نمبر پُٽ هن جي موت جو ڪارڻ ٿيندو، تنهن ڪري هن انهن کي جيل ۾ وجهي ڇڏيو.

راجا ڪنس شري ڪرشن کي مارڻ جا ڪيئي جتن ڪيا پر ڪيس وريو ڪجهہ بہ ڪين. نيٺ شري ڪرشن راجا ڪنس کي ماري سندس قيدي پيءُ اُگرسين کي راجا بڻايو ۽ پاڻ لڏي وڃي عربي سمنڊ جي ڪناري دوارڪا شهر وسائي، اُتي رهڻ شروع ڪيو.

شري ڪرشن ڀڳوان جو ننڍپڻ گوڪل ۾ گذريو. جتي سندس پالنا راجا نند ۽ يشودا جي هٿان ٿي. شري ڪرشن جو رنگ سانورو هو، پر سندس شڪل شبيهہ ڏاڍي دل لُڀائيندڙ هئي.

هُو ٻچپن ۾ ڍڳيون چاريندو هو تنهن ڪري هن کي گوپال بہ سڏجي ٿو. بندرابن ۾ جمنا ندي ڪناري جڏهن بانسري وڄائيندو هو تہ اُن جو مٺر ۽ منڙو آواز ٻڌي مال مويشي، پکي پکڻ ۽ ماڻهو موهت ٿي پوندا هئا. تنهن ڪري هن کي مرلي منوهر بہ سڏيو ويندو آهي.

شري ڪرشن تعليم اُجين ۾ گرو سانديپن کان حاصل ڪئي هئي. هن جي ڀاءُ جو نالو بلرام ۽ ڀيڻ جو نالو سيدرا هو.

شري ڪرشن ڀڳوان جو اوتار جي حيثيت سان وڏي ۾ وڏو ڪم مهاڀارت لڙائي دوران ارجن کي گيتا جو گيان ڏيڻ آهي. گيتا هندوئن جو وڏي ۾ وڏو ڌرمي ڪتاب سمجهيو وڃي ٿو. شريمد ڀڳود گيتا سيني ويدن اُپنشدن ۽ برهم سوتر جو سار آهي ۽ اِها ذات، رنگ، جنس ۽ نسل جي فرق کانسواءِ سيني جي ڪم جي شيءِ آهي.

شري ڪرشن کي پُشٽي پُرشوَتم ڪري ڪوٺيندا آهن. پاڻ شُڌ (پاڪ) پيار جو درس ڏنو. گوپين ۽ اُنهن جي شرومڻي راڌا جي ۽ شري ڪرشن جو پاڻ ۾ پاڪ پريم هو. ڀڳت ۽ ڀڳوان جي باهمي پيار جي اوچ ترين استٿي آهي. راڌا ۽ ڪرشن هميشہ لاءِ هڪ ئي آهن.

شري ڪرشن 125 سال هن ڌرتي تي رهيا. هڪ ڏينهن جرا نالي هڪ شڪاري مهاڻي شري ڪرشن کي جڏهن پاڻ ٻوڙن جي پويان ستل هئا تڏهن سندن پير کي هرڻ جو مُنهن سمجهي هڪ زهريلو تير هنيو. جڏهن شڪاري اڳتي وڌيو تہ شري ڪرشن ڀڳوان کي ڏسي ڏاڍو پڇتائڻ لڳو ۽ معافي گهرڻ لڳو. شري ڪرشن کيس معاف ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ وشنو روپ اختيار ڪري هن دنيا مان غائب ٿي ويا.

شري ڪرشن جي حياتي ۽ ڪردار جو احوال مهاڀارت، شريمد ڀاڳوت مها پُراڻ، پدم پُراڻ نالي ڪتابن ۽ چاندوگيہ ۽ گوپال تاپيني اُپنشدن ۾ ڏنل آهي. مشهور ڀڳتياڻي ميران بائي شري ڪرشن کي گرڌر ناگر، سُورداس "شيام" ۽ نرسي مهتا 'سانوريا' جي نالن سان پنهنجين رچنائن ۾ ڳايو آهي.

## شري ڪرشن جون سکيائون

شري ڪرشن تعليم اُجين ۾ گرو سانديپن کان حاصل ڪئي هئي. هن جي ڀاءُ جو نالو بلرام ۽ ڀيڻ جو نالو سيدرا هو.

شري ڪرشن ڀڳوان جو اوتار جي حيثيت سان وڏي ۾ وڏو ڪم مهاڀارت لڙائي دوران ارجن کي گيتا جو گيان ڏيڻ آهي. گيتا هندوئن جو وڏي ۾ وڏو

ڌرمي ڪتاب سمجهيو وڃي ٿو. شريمد ڀڳود گيتا سيني ويدن اپنيشدن ۽ برهم سوتر جو سار آهي.

گيتا جي اڀياس مان انسان کي ڪيئي سکيائون ملن ٿيون:

- انسان کي هن فاني دنيا جي دلچسپين ۽ لذتن کان ڪناره ڪشي ڪري پرماتما يعني مالڪِ حقيقي سان لئون لڳائڻ گهرجي.
- چڱا ڪم انهيءَ نيت سان ڪجن ته انهن سان ٻين کي فائدو پهچندو. ڪنهن به شخص کان پنهنجي ڪيل نيڪي جي صلي يا معاوضي جي اُميد نه رکجي. اهڙن ڪمن کي نشڪام ڪرم (بي غرض عمل) سڏبو آهي.
- مالڪ حقيقي سان ملڻ لاءِ چار رستا آهن. 1. گيان مارگ (علم وارو رستو) 2. ڀڳتي مارگ (شيوا يا خدمت وارو رستو) 3. ڪرم مارگ (عمل وارو رستو 4. ڌيان مارگ (سماڌي يا مراقبي وارو رستو) اهي چار ئي رستا ماڻهو کي مالڪِ حقيقي تائين پهچائين ٿا.
- آتما (رُوح) اجر ۽ امر آهي يعني قائم دائم ۽ لازوال آهي.
- عارف اُهو آهي جنهن جي نظر ۾ سڀ ساهه وارا برابر آهن، جيڪو ٻين جي ڏک کي پنهنجو ڏک سمجهي ۽ هر دم مالڪ حقيقي کي ياد رکي.
- ڪامل انسان اهو آهي جنهن جي نگاهه ۾ سُک ۽ ڏُک ٻيئي برابر هجن. نه اُن کي ڪڏهن ڪاوڙ اچي ۽ نه اُهو ڪنهن کان ڊڄي ۽ نه دنيا جي ڪنهن شيءِ سان دل لڳائي. هميشه مالڪ حقيقي جي ياد ۾ گُم رهي.
- انسان لاءِ لازم آهي ته پنهنجي زندگي ڀڳوان جي لاءِ بسر ڪري.
- هڪ عزت دار ماڻهوءَ جي لاءِ پنهنجي سماج ۾ بدنامي، موت کان به وڌيڪ تڪليف ڏيندڙ هوندي آهي.
- جهڙي طرح ماڻهو پراڻا ڪپڙا لاهي نوان ڪپڙا پائي ٿو. اهڙي طرح جيو آتما پراڻو جسم ڇڏي نئون جسم اختيار ڪري ٿو. چاڪاڻ جو جيو جو صرف جسم مرندو آهي. خود جيو ڪو نه مرندو آهي.
- جيڪو دان (خيرات) فرض سمجهي، ڪنهن خواهش بناء مناسب وقت ۽ جڳهه تي يوڳيه (مستحق) شخص کي ڏنو وڃي ٿو، اُهو ساتوڪ دان (سٺي قسم جي خيرات) آهي.

## سبق جو خلاصو

شري ڪرشن وشنو ڀڳوان جو اٺون اوتار آهي. هن جو جنم اڄ کان پنج هزار سال اڳ هندو ڪيليندر مطابق بدي مهيني جي اٺين تاريخ (ڪرشن پکش) تي مترا ۾ ٿيو. مترا جي راجا ڪنس کي ڊپ هو ته سندس موت ڪرشن هٿان ٿيندو. تنهن ڪري هن شري ڪرشن کي مارائڻ جا ڪيترائي جتن ڪيا پر ڪيس ناڪامي ٿي. ڪجھ وڏو ٿيڻ تي شري ڪرشن ظالم راجا ڪنس کي ماري مترا جو تخت سندس پيءُ اُگرسين جي حوالي ڪيو.

شري ڪرشن جو وڏي ۾ وڏو ڪم مهاڀارت جي لڙائي دوران گيتا جوڳيان ڏيڻ آهي. گيتا هندو ڌرم جو اعليٰ ترين ڪتاب آهي.

شري ڪرشن 125 سال هن دنيا ۾ رهيا. شري ڪرشن گيتا ۾ انسانن جي رهنمائيءَ لاءِ ڪيتريون ئي سکيائون ڏنيون جن مان خاص هي آهن: حق ۽ سچ لاءِ قرباني ڏيڻ، بي غرض ٿي سيني جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪرڻ، سيني ساهه وارن تي ديا ڪرڻ ۽ حقدار کي دان (خيرات) ڏيڻ وغيره.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. شري ڪرشن جو جنم ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿيو؟
2. شري ڪرشن جي ماءُ ۽ پيءُ جا نالا ڇا آهن؟
3. شري ڪرشن وڏي ۾ وڏو ڪهڙو ڪم ڪيو؟
4. گيتا ۾ شري ڪرشن ڪهڙيون خاص سکيائون ڏنيون آهن؟
5. جيڪو ماڻهو ٻين ماڻهن جي بي غرض ٿي خدمت ڪري ٿو، اُن کي ڪهڙو ڦل ملي ٿو؟

## (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. راجا ڪنس کي ڊپ هو ته هن جو موت........... هٿان ٿيندو.
2. شري ڪرشن ڀڳوان جي پاءُ جو نالو ............ ۽ پيءُ جو نالو ......... هو.
3. گوڪل ۾ شري ڪرشن کي........... ۽ سندس زال............ پالي وڏو ڪيو.
4. شري ڪرشن تعليم اُجين ۾ گرو................ وٽان حاصل ڪئي.
5. شري ڪرشن کي........... نالي مهاڻي زهريلو تير هنيو.

## (ج) صحيح جملي جي سامهون "✓" ۽ غلط جملي جي سامهون "X" جي نشاني لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| • شري ڪرشن عربي سمنڊ ڪناري دوارڪا نالي شهر وسايو. | | |
| • شري ڪرشن رنگ جو گورو هو. | | |
| • ميران ٻائي پنهنجي شاعري ۾ شري ڪرشن کي "گرڌر ناگر" جي نالي سان سڏيو آهي. | | |
| • آتما اجر ۽ امر ڪو نه آهي. | | |
| ٻئي جي فرض جي ڀيٽ ۾ پنهنجن ادنيٰ فرضن کي ضرور ڪرڻ گهرجي. | | |

- استاد، شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ترغيب ڏئي ته اُهي شري ڪرشن جي ٻچپن کان مهاڀارت لڙائي تائين واري زندگي جي سيني دورن جون تصويرون گڏ ڪري البم ناهين ۽ استاد کي ڏيکارين.
- استاد شاگردن ۽ شاگرديائين کي هدايت ڪري ته گيتا جي خاص خاص سکيائن جو رنگين چارٽ ناهي استاد کي ڏيکارين ۽ پنهنجي گهر ۾ لڳائين.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظَ | معنيٰ |
| --- | --- |
| گيان | علم، ڄاڻ |
| ڀڳتي | خدمت، شيوا |
| پرارٿنا | عبادت، پوڄا، دُعا |
| شُڀ | نيڪ، سٺا |
| آتما | روح |
| اجر ۽ امر | سدا قائم دائم |
| ڪروڌ | غصو |
| موھ | چاھنا، لڳاءُ |
| اھنڪار | انا، غُرور |
| وچن | وعدو |
| شانتي | امن ۽ سڪون |
| تياڳ | ڇڏي ڏيڻ، پري رھڻ |
| پڪش | پاسو، حصو |
| مڏر | منو، دل ڇُھندڙ |

# مھاتما گوتم ٻُڌ

سکيا جي حاصلات

- شاڪيا گهراڻي جي هن شهزادي جي ابتدائي زندگي بابت ڄاڻندا.
- سمجهندا تہ مهاتما ٻڌ ڪي شاڪيامني ۽ تٿاگت چو ٿ سڏيو وڃي.
- وضاحت ڪندا تہ ڇئن حقيقتن جي ڪري هن پنهنجي پُرآسائش محلات، سهڻي زال ۽ نئين ڄاول پُٽ کي ڇڏي ڏنو.
- ان ٻاوي جي بابت ڄاڻندا جنهن هن دنيا ۾ زندگيءَ جي معنيٰ سمجهڻ لاءِ هن کي همٿايو.
- سمجهندا تہ اندروني روشني لاءِ جسم کي ڏکيون سزائون ڏيڻ لازمي ناهين.
- ڄاڻندا تہ شيطاني قوت ”مارا“ جي مسلسل ورغلائڻ باوجود هن کي نرواڻ حاصل ٿيو.
- ڄاڻندا تہ هن پهريون خطبو ڪٿي ڏنو.
- ڄاڻندا تہ پنهنجي پوئلڳ اننداَ جي ٻانهن ۾ پنهنجا پراڻ تاڳيندي هن ڪهڙا لفظ ادا ڪيا.
- پيرابل ۽ جاتڪ ۾ فرق بيان ڪري سگهندا.
- رائي جي ٻج واري ڪهاڻي بيان ڪري سگهندا.
- مهاتما گوتم ٻڌ جي خطبي يا عالمي پيار ۽ نيڪ نيتي واري پچن بابت بيان ڪري سگهندا.

ٻُڌ ڌرم جو باني مهاتما گوتم ٻُڌ ڪپل وستو جي شاهي گهراڻي شاڪيا ۾ 563 ق.م ۾ لمبني ۾ پيدا ٿيو هو، جيڪا هينئر نيپال ۾ آهي، هو راجا شڌوڌن ۽ مهاراڻي مايا جو سڪيلڌو پُٽ هو، جمڻ وقت ڪونڊانيا نالي هڪ پنڊت اڳڪٿي ڪئي تہ هيءُ ٻار اڳتي هلي هڪ وڏو ساڌو بڻجندو ۽ تنهن ڪانپوءِ سندس نالو شهزادو سڌارٿ رکيو ويو.

شهزادو سڌارٿ فطري طرح نهٺو، نماڻو ۽ حساس طبيعت جو مالڪ هو، 16 ورهين جي عمر ۾ هن جي شادي، سندس ماءُ جي ويجهي مائٽ جي ڌيءَ يشوڌا سان ڪئي ويئي، جنهن منجهان ڪيس راهول نالي هڪ پٽ پيدا ٿيو.

هڪ ڏينهن هن پوڙهپ، بيماري ۽ موت آڏو ماڻهن کي بيوس ۽ لاچار ڏٺو. حساس طبيعت هئڻ ڪري اهڙن المناڪ منظرن هن کي ڏاڍو ڏکي ڪري ڇڏيو، هو سوچڻ لڳو تہ هن ڏکاري، مرض ۽ موت جي سنسار ۾ ڪوبہ سُکي نہ آهي. تنهن ڪري انهن کان نجات جو ڪو وسيلو ڳولجي. اهڙي سوچ دوران هن کي هڪ يوگي نظر آيو جيڪو هن دنيا جي هٽرادو سک ۽ ڏک کان بي نياز ۽

پُرسڪون پئي لڳو. بلڪل انهيءَ پَل هن دل ۾ پڪو پهه ڪيو تہ هُو پڻ يوگي بڻجندو ۽ ’نرواڻ‘ حاصل ڪندو.

انهن ڳالهين جي ڪري شهزادو سڌارٿ محلاتي زندگي ترڪ ڪري، پنهنجي سهڻي زال ۽ نئين ڄاول پُٽ ڪي ڇڏي جهنگل ڏانهن روانو ٿي ويو. جهنگل ۾ هو لڳاتار ڇهہ سال سخت تپسيائون ڪندو رهيو، هڪ ڏينهن هو پنهنجي تپسيا واري هنڌ کان اُٿي نرنجن ندي ڏانهن وڃڻ لڳو تہ ڪمزوريءَ ڪري هيٺ ڪِري پيو ۽ بيهوش ٿي ويو. هوش اچڻ تي سوچڻ لڳو تہ وِتَ کان وڌيڪ جسم کي تڪليف ڏيڻ اجائي آهي، تنهن ڪري هاڻي هن کي اعتدال يا وچٿري واٽ وٺڻ گهرجي. اِهو سوچي هن اعتدال جي حد ۾ رهڻ جو پڪو پهه ڪيو، پر تپسيا کي ترڪ ڪونہ ڪيائين، هن پنهنجو ڌيان يا مراقبو جاري رکيو. اهڙي ڌيان ۾ رنڊڪ وجهڻ لاءِ شيطاني قوت موتماري ڪيئي روپ ڪري هن کي ورغلائڻ جي ڪوشش ڪئي پر سڌارٿ جي پڪي ۽ اٽل ارادي جي ڪري موتماري کي ناڪامي نصيب ٿي، هو پنهنجي مراقبي ۾ محو رهيو.

آخرڪار هڪ رات، جڏهن ڌيان ۾ هو تہ هن پنهنجي دل ۾ هڪ غير معمولي روشني يا تجلي محسوس ڪئي، جنهن سان هن کي پنهنجي سمورن سوالن جا جواب ملي ويا. نرواڻ ملڻ سان هو سڌارٿ کان ”ٻڌ“ بڻجي ويو. ٻُڌ جي معنيٰ آهي ”مها ڏاهو“ يا ”انتهائي دانا ماڻهو“.

هاڻي ٻُڌ پنهنجي نئين ڌرم جو پرچار ڪرڻ شروع ڪيو، سڀ کان پهريائين هو گنگا ندي پار ڪري بنارس پرسان سارناٿ پهتو ۽ پنهنجن پراڻن شاگردن ۾ وڃي هينان پرچار ڪئي. انهن شاگردن ۾ ڪونڊانيا نالي اهو پنڊت بہ شامل هو جنهن هن جي نالي رکڻ واري رسم وقت اڳڪٿي ڪئي هئي تہ هي شهزادو اڳتي هلي هڪ وڏو ساڌو بڻجندو ۽ ماڻهن کي حياتي گذارڻ جي هڪ نئين واٽ ٻڌائيندو، گوتم ٻڌ سڄي اُتر هندستان جو دورو ڪيو ۽ ٻڌ ڌرم جي پرچار ڪئي.

مهاتما گوتم ٻڌ 483 ق.م ۾ ڪاشي نگر ۾ 80 ورهين جي ڄمار ۾ پنهنجي پياري شاگرد آنند جي هنج ۾ پنهنجا پراڻ تياڳيا. آنند جي ٻانهن ۾ پنهنجا آخري ساهہ کڻندي هن اِهي لفظ چيا ”سموريون مرڪب شيون پور پور

ٿيڻ کان پوءِ وکري وڃن ٿيون، اوهان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ سخت جاکوڙ جاري رکو.“

مهاتما گوتم ٻُڌ پنهنجن خطبن ۾ ڪيئي تمثيلي، اخلاقي ۽ روحاني سبق آموز آکاڻيون استعمال ڪندو هو. هن هڪ رائيءَ جي ٻج جي آکاڻي ٻڌائي.

هڪ مائي گوتميءَ جو اڪيلو ٻالڪ اوچتو مري ويو، مئل ٻار کي گود ۾ کڻي دوا لاءِ هن ڳوٺ جي هر گهر جو دروازو کڙڪايو، پر مئل ٻار کي جيوت ڪرڻ لاءِ ڪٿان تي دوا دستياب ٿئي؟ هڪڙي ڏاهي کيس مهاتما گوتم ٻُڌ جو ڏس ڏنو، جنهن وٽ وڃي هن پنهنجي مُئل ٻالڪ لاءِ دوا جي گهُر ڪئي، مهاتما چيو: ”تو هتي اچي چڱو ڪيو، هاڻي شهر ۾ وڃي رائيءَ جو ٻج اُن گهر مان آڻ جنهن ۾ ڪڏهن ڪنهن جو موت نہ ٿيو هجي“، گوتمي شهر جي هرهڪ گهر ۾ گهربل ٻج وٺڻ وڃي ٿي، پر کيس اهڙو ڪو بہ گهر نہ مليو جتي ڪڏهن ڪنهن جو موت نہ ٿيو هجي، هن سوچيو تہ پوري شهر ۾ اهوئي حال آهي، پوءِ جذبات جي وهڪري وهي هو پنهنجي ٻالڪ جي لاش کي مساڻ وٺي ويئي، ۽ پنهنجي ٻانهن ۾ جهلي کيس چوڻ لڳي: ”پيارا معصوم ٻالڪ! مون سمجهيو تہ موت نالي واري شيءِ صرف توکي پنهنجو لقمو بڻايو آهي، پر تون اڪيلو نہ آهين جنهن تي موت حاوي ٿيو آهي، هيءُ اهڙو قانون آهي جنهن جو نفاذ پوري انسان ذات تي آهي“.

تمثيلي ۽ جاتڪ ۾ اهو فرق آهي تہ جاتڪ آکاڻيون ٻُڌ ٿيڻ کان پهرين واري دؤر جون آهن، اهي 550 آکاڻيون بہ ڏاڍيون سبق آموز آهن.

مهاتما گوتم ٻڌ کي شاڪيامني ۽ تٿاگت بہ سڏبو آهي، شاڪيا سندس گهراڻي جو نالو هو ۽ مُني مان مراد اهڙو شخص آهي جيڪو هر حال ۾ هڪ جهڙو رهندو هجي، اعليٰ ۽ اُتم درجي جو ڄاڻو، نيڪ ۽ مطمئن هجي. تٿاگت مان مراد آهي عارفن جو عارف، ڪامل درجي جو گياني، سچائيءَ جي اعليٰ ۽ ڪامل درجي تي پهتل، اهو لفظ مهاتما گوتم ٻڌ لاءِ استعمال ڪيل آهي.

مهاتما گوتم ٻڌ سمورن انسانن کي محبت، پلماڻسائي، ڪهل، سٻاجهڙائپ، همدردي ۽ نيڪيءَ جو پيغام ڏنو آهي. سوتا-نپاتا جي هڪ پڄن ۾ عالمگير امن ۽ پيار لاءِ دُعا گهُري ويئي آهي.

## سبق جو خلاصو

ٻڌ ڌرم جو باني مهاتما گوتم ٻڌ 563 ق.م ۾ ڪپل وستو جي شاهي گهراڻي ۾ پيدا ٿيو، هن جي پالنا شاهي انداز سان ٿي، حساس طبيعت هئڻ ڪري هڪ پوڙهي، هڪ بيمار ۽ هڪ مئل ماڻهو کي ڏسي هن کي ڏاڍو ڏک ٿيو، هن چيو تہ هيءَ دنيا ڏکن سان ڀريل آهي، انهن ڏکن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي ڪا واٽ ڳولهڻ گهرجي، هڪ ڏينهن پُرسڪون ۽ مطمئن منهن واري هڪ يوگي کي ڏسي هو بہ شاهي زندگي ترڪ ڪري جهنگ ڏانهن راهي ٿيو، ڇهن سالن جي سخت تپسيائن کان پوءِ هڪ رات ڌيان واري حالت دوران کيس نرواڻ حاصل ٿيو. هن کي اها واٽ نظر اچي ويئي. پاڻ انهيءَ واٽ يعني ٻڌ ڌرم جي پرچار ڪرڻ شروع ڪئي جنهن سبب گهڻا ئي ماڻهو هن ڌرم ۾ داخل ٿيا. پاڻ 483 ق.م ۾ 80 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويا.

عالمي ڀائيچارو، محبت، امن ۽ نيڪي سندس سکيائن جو خاص حصو آهن.

### مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. مهاتما گوتم ٻُڌ ڪڏهن ۽ ڪٿي پيدا ٿيا؟
2. مهاتما گوتم ٻُڌ جي گهر ڇڏڻ جا ڪهڙا ڪارڻ هئا؟
3. مهاتما گوتم ٻُڌ کي نرواڻ ڪيئن حاصل ٿيو؟
4. مهاتما گوتم ٻُڌ جي وفات ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿي؟
5. مهاتما گوتم ٻُڌ جون خاص سکيائون ڪهڙيون آهن؟

## (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. مهاتما گوتم ٻُڌ جو جنمڻ وقت نالو ........................ رکيو ويو.
2. مهاتما گوتم ٻُڌ جي زال جو نالو ........................ هو.
3. گوتم ٻُڌ ........................ ورهين جي ڄمار ۾ شاهي حياتي کي ترڪ ڪيو.
4. مهاتما گوتم ٻُڌ، ٻڌ ڌرم جي پهرئين پرچار ................ تي ڪئي.
5. مهاتما گوتم ٻُڌ پنهنجي شاگرد ............ جي ٻانهن ۾ پنهنجا پراڻ تياڳيا.

## (ج) صحيح جملي جي سامهون "✓" ۽ غلط جملي جي سامهون "X" جي نشاني لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| • سڌارٿ فطري طرح نهٺو، نماڻو ۽ حساس طبيعت جو مالڪ هو. | | |
| • موتماري ڪيس ورغلائڻ جي ڪوشش ڪونه ڪئي. | | |
| • مهاتما گوتم ٻُڌ کي شاڪيامني ۽ تٿاگت به سڏبو هو. | | |
| • کيس نرواڻ 32 سالن جي عمر ۾ حاصل ٿيو. | | |
| • ڪونڊانيا هن جو پراڻو شاگرد هو. | | |

• "رائيءَ جو ٻج" جي تمثيل جو حاصل مطلب لکي اچڻ لاءِ شاگردن کي هدايت ڪري.

| نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| المناڪ | ڏکوئيندڙ |
| نجات | ڇوٽڪارو |
| پنڊت | مذهبي پيشوا، ٻاوا |
| اعتدال | وچٽرائي، حد اندر |
| پِراڻ تياڳيا | مري ويو، آخري ساهه کنيو |
| پڪو پهه | پڪو ارادو |
| مرڪب | گهڻين شين جو مجموعو |
| ٻلماڻسائي | چڱيون خاصيتون، گڻ |
| وِتَ | طاقت، سگهه |
| لقمو | گِرهُ، وات ۾ وجهڻ لاءِ هٿ ۾ کنيل کاڌي جو مقدار |
| گود | هنج |
| جيوت | زندگي، حياتي |
| عالمگير | سموري جهان لاءِ |